# سنڌ، ورهاڱو ۽ سازشون

منصور قادر جوڻيجو

ڇپائيندڙ

سپيتا پبلڪيشن

حيدرچوڪ گاڏي کاتو. حيدرآباد سنڌ.

ڪتاب: سنڌ، ورهاڱو ۽ سازشون
ليکڪ: منصور قادر جوڻيجو
ايڊيشن: پهريون سال 2002ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: موهن لال مڪواڻا
ڇپائيندڙ: سڀيتا پبليڪيشن، حيدرآباد
ڇاپيندڙ: آڪاش پرنٽرس گاڏي کاتو،
حيدرآباد سنڌ
ملهه : =/70 روپيا



Book: **SINDH, VIRHANGO AIN SAZISHOON**
Author: Mansoor Qadir Junejo.
Edition: 1st.
Year: 2002
Copies: 500
Computer Lay out: Mohan Lal Makwana
Published by: Sabheeta Publication, Hyderabad
Printed by: Aakash Printers, Gari Khata, Hyderabad.

Price per copy: Rs. 70/= only

# ارپيان ٿو

سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جي چيئرمين،
پونم سنڌ جي ڪنوينر ۽ اڳواڻ

## محترم ڊاڪٽر قادر مگسيءَ

ڪي

جنهن سنڌ جي ننگن ۽ دنگن لاءِ سرجو سانگو لاهي
مسلسل جدوجهد توڙي جنگ جي ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي.
اڄ به سنڌ جي حقن، قدرتي ۽ مالي وسيلن توڙي پاڻيءَ لاءِ ميدان عمل
۾ آهي..... سنڌ جي عزت آجپي توڙي
خوشحاليءَ لاءِ مسلسل جاڳوڙي رهيو آهي.

— منصور قادر جوڻيجو

# فهرست

(7) پولي بٺائڻ تان پهريون ٽڪر • ورهاڱو- ڪارنامو يا مذاق •

ڪراچيءَ جي هڪ اسماعيلي ڪارڪن جو الطاف حسين کي ڪليل خط (تاريخي حوالي سان لکيل هي خط ڏاڍو اهم آهي؟)

(8) هندستان اندر "سنڌو ديش رياست" جو قيام

• ڏُکو يا حقيقت • اردو اخبارن جي سنڌ دشمني • پروپيگنڊه ۽ سازش

(9) سنڌ ۽ بلوچستان خلاف بين الاقوامي سازش

• گوادر بندرگاهه بابت اخباري رپورٽون • بلوچستان ۾ گوادر بندرگاهه جي بين الاقوامي اهميت • گوادر بحث جي پڄاڻي • مختلف دؤرن ۾ بندرگاهن جي ترقي

(10) بلوچستان جا تاريخي بندرگاهه

• گوادر بندرگاهه ۽ ان جو تاريخي پس منظر • گوادر بابت بحث جو نتيجو • گوادر بندرگاهه 19 صديءَ ۾ • بلوچستان جا مکيه بندرگاهه • سون مياڻي بندرگاهه • پسني بندرگاهه • اورماڙا بندرگاهه • ڪلمتي بندرگاهه جيواڻي بندرگاهه.

(11) سنڌ جا بندرگاهه

• ڪراچي بندرگاهه •لاڙي بندر عرف لهري بندر • ديبل بندر سکر جو ڇپري بندر • اورنگا بندر• شاهه بندر • ڪيٽي بندر • سنڌي بندر • وکر بندر

## ٻه اکر

اڄ کان پلي سئو سال اڳ لکيل ڪتاب پڙهبو ته به خبر پوندي ته اهوئي لکيل ملندو ته "سنڌ سورن ۾ آهي" اڄ به ساڳي حالت آهي. سنڌ مسلسل سورن ۽ مستقل احساس محروميءَ جو شڪار آهي سنڌي ماڻهوءَ ئي ان جوابدار آهن- اسان پاڻ کان ئي پڇون ته سنڌ جي حقن لاءِ اسان ايمانداريءَ سان کهڙي جدوجهد ڪئي آهي؟ رهبر اعظم محترم سائين جي ايم سيد جهڙن آگرين تي ڳڻجندڙ چند عظيم انسانن کان سواءِ باقي ٻيا ڪيترائي نالا آهن جيڪي اقتدار جي منڊيءَ ۾ سستي اگهه تي وِڪاڻا آهن.

ڪلهه ڪلهوڙي ڳالهه آهي انڊس هوٽل ۾ هڪ سيمينار ٿيو هو جنهن ۾ اسان جي محترم يوسف لغاريءَ پنهنجي تقرير ۾ جڏهن چيو هو ته "سنڌ کي پن شين سمر ۽ سيدن برباد ڪيو آهي!" تڏهن اتي ويٺل هڪ سيد شڳوري علي ميرشاهه جوابي تقرير ۾ چيو هو ته "خدارا سيدن خلاف ايترو وڏي نه ڳالهايو چو ته سيدن سنڌ کي شاهه لطيف ۽ جي ايم سيد به ڏنو آهي." علي مير شاهه جون اهي ڳالهيون اتي ويٺل سمورن ماڻهن اکين تي رکيون هيون ۽ ڪجهه ئي مهينن جي وٿيءَ کان پوءِ اهو سيد علي مير شاهه جيڪو ڪالاباغ ڊيم جو وڏو مخالف ليکيو پئي ويو سندس رسالي آبادگار جا شمارا شاهد آهن ته هن ٽيڪنيڪل ۽ فني بنيادن تيٰ ڪالاباغ ڊيم جي ايڊيٽوريل لکي مخالفت ڪئي. اڄ اهو سيد علي مير شاهه ڦرٽي ڪرسيءَ تي نه رڳو وڪرو ٿي ويو پر علي الاعلان چوي ٿو ته سنڌ ۽ سنڌو درياءَ جو پاڻي پنجاب ڪونه ٿو چورائي پر سنڌو درياءَ کي شاهه لطيف جي پٽ لڳي آهي. سنڌي ڪلچر ۾ پٽ پاراتو هوڻ تي سيدن ۽ پيرن جو هٿيار رهيو آهي پر شايد سيد علي مير شاهه کان اقتدار جي ڪرسيءَ تي ويهڻ کان پوءِ شاهه لطيف جو پيغام وسري ويو آهي. چو ته شاهه لطيف "درياءَ توتي دانهن ڏينديس ڏينهن قيام جي" تڏهن چيو هو جڏهن درياءَ سهٽي کي ٻوڙيو هو. پر اڄ پنجاب نه رڳو سنڌو درياءَ تي ٿو سڪائي پر سچي سنڌ ٿو سڪائي. ۽ اڄ جو سيد علي مير شاهه ته ڪرسي وٺڻ کان پوءِ پنجاب جي وڪالت ٿو ڪري ته ان کي ڇا چئجي؟ سيد علي مير شاهه کي سمجهڻ کپي ته عمل ۽ ڪردار وڏي اهميت رکندا آهن. ڪرسي انهن جي مقابلي ۾ ڪجهه به ناهي!

**منصور قادر جوڻيجو**

# چوڌري گجرال ۽ اردو پريس جو بدبوءِ دار ڪردار

تازو هندستان جي وزير اعظم چوڌري اندرڪمار گجرال هڪ بيان ڏنو آهي جنهن ۾ هن نهايت ئي هيٺئين درجي جي ٻولي ڳالهائيندي چيو آهي ته، "ڀارت عظيم ملڪ آهي جتي مون جهڙو پناهه وٺندڙ (پناهگير) به وزير اعظم ٿي سگهي ٿو، جڏهن ته انهن ماڻهن جن ڀارت مان هجرت ڪئي انهن کي هن وقت تائين اتي (هن پاڪستان جو نالو به زبان تي آڻي سگهو نه سمجهيو) "مهاجر" جهڙي هتڪ آميز اصطلاح هيٺ زندگي گذارڻي پئجي وئي آهي. (چوڌري گجرال کي مهاجر لفظ توهين آميز لڳو جڏهن ته شايد ڪيس خبر ناهي ته اسلامي تاريخ ۾ اهو لفظ رسول خدا ڏانهن منسوب ٿيل آهي، جڏهن پاڪ ڪريم جن مڪي کان مديني هجرت ڪئي تڏهن اهو لفظ اسلام جي تاريخ ۾ تاريخي حيثيت وٺي ويو) چوڌري اندرڪمار گجرال جي ان تاريخي ڳالهه جو اردو اخبارن تي ڪو خاص اثر نه پيو، انهن هن مسئلي کي اتي دفن ڪري ڇڏيو ڇو ته گجرال صاحب اردو اخبارن جي دل وٽان ڪا ڳالهه ڪئي هجي، ان کان اڳ هندستان جي قيادت بابت پاڪستان جي قيادت جو رويو نهايت سخت رهيو آهي ۽ اخبارن به ان رويي جي پيروي ڪئي آهي، مونکي ياد ٿو اچي ته جڏهن ملڪ ۾ ضياءُ الحق جي آمريت هئي ۽ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ پيپلز پارٽيءَ جو "چوڌري گروپ عرف پنجابي فيڪٽر" تحريڪ مان هٿ ڪڍي ويو ۽ ضياءُ آمريت خلاف سنڌي ماڻهو ميدان جنگ ۾ اڪيلا رهجي ويا ۽ گولين ۽ ڪوڙن جو منها منهن مقابلو ڪرڻ لڳا ته سنڌين اڪيلائي کي ڏسي ڏکوئيندي هندستاني وزير اعظم شريمتي اندرا گانڌي هڪ نهايت ئي سادو ۽ ٺلهو بيان جاري ڪيو هو ته، "مان پنهنجي پاڙيسري ملڪ ۾ ٿيندڙ واقعن کان غافل نه ٿي رهي سگهان ۽ اهي واقعا مسلسل ٿيندا رهيا ته انهن جو اثر هندستان تي به پئجي سگهي ٿو. (هن مائيءَ نه سنڌ جو نالو ورتو هو ۽ نه ئي سنڌين جو ذڪر ڪيو هو) پر هن ملڪ جي اردو اخبارن اهڙو ته طوفان بدتميزي برپا ڪيو هو جو جنرل ضياءُ بندوق جي گولين ۽ ڪوڙن کان اڳتي وڌي گن شپ هيليڪاپٽر استعمال ڪيا ۽ لاڪاٽ موري ۽ ميهڙ ۾ پيٽرول بم جي بارش ڪرائي سوين سنڌي مارايا، تنهن ڪانهوءِ وڃي اردو اخبارن ۽ اردو ڳالهائيندڙ صحافين جو اندر ٺريو ۽ هنن خاموشي اختيار ڪئي.

منهنجي ذاتي راءِ هي آهي ته ملڪ ۾ جيتري به خون ريزي ٿي آهي جيترو به قتل عام ٿيو آهي ان جو ذميدار هٿيار بند قوتن کان وڌيڪ اردو پريس جو اهو قلمڪار ٽولو آهي جيڪو بدنيت، ڪوڙو، بي ايمان بدڪردار ۽ وڪاميل آهي، جيڪو ڌارين قوتن جو ايجنٽ آهي ۽ وڪرو ٿيل آهي، ڪيهه لک بنگالين جو قتل عام هجي يا ڪيهه هزار بلوچن جو قتل عام، ايم آر ڊي تحريڪ ۾ هزارين ماڻهن جو قتل عام هجي يا ڪراچي اندر پٺاڻن، پنجابين ۽ پناهگيرن جو قتل عام هجي، برصغير جو ورهاڱو هجي يا پاڪستان جو ٽٽڻ ۽ بنگلا ديش جو جنم هجي انهن سمورن واقعن جي ذميدار اردو پريس آهي، بندوق وارن جو ايترو ڏوهه نظر نه ٿو اچي، پارٽي اڳواڻن کان وٺي قومي اڳواڻن تائين سمورن عوامي رهنمائن تي الزام تراشيون، بهتان بازيون ڪيون ويون، شيخ مجيب الرحمان هجي يا خان عبدالغفار خان، سائين جي ايم سيد هجي يا سردار عطاءُ الله خان مينگل، عبدالصمد اڇڪزئي هجي يا خيربخش مري، جنرل شيروف، هجي يا اڪبر بگٽي، ولي خان هجي يا سردار شير باز مزاري سمورن قومي اڳواڻن مٿان بغاوت ۽ غداري جا الزام اردو اخبارن جو ڪارنامو آهي، اردو اخبارن برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ جيڪو

خطرناڪ ڪردار ادا ڪيو آهي اڄ ڏينهن تائين سنجيدگيءَ سان ان طرف ڪنهن بہ ڌيان ناهي ڏنو. اردو پريس جنهن کي چاهيو آهي اڳواڻ، ليڊر، رهنما، قائد ۽ رهبر بڻائي ڇڏيو آهي ۽ جنهن کي چاهيو آهي ان کي ڪافر، ملحد، غدار ۽ باغي بڻائي پيش ڪيو آهي ۽ رياست بہ رڳو اخباري رپورٽن تي ان خلاف قدم کنيو آهي، ماضيءَ جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ اردو اخبار ڪنهن کي بہ ڪافر ڪوٺيو تہ انجو فوري رد عمل ملان ڪندا رهيا آهن ۽ ڏسندي ڏسندي ان ماڻهو کي ڦاهيءَ جي ڦندي تائين پهچائي ڇڏيندا آهن پر افسوس تہ اردو اخبارن ۽ اردو پريس چوڌري اندرڪمار گجرال جي خطرناڪ بيان تي خاموشي اختيار ڪئي ۽ بيهوش ملان مولوي سُتا رهيا. "مهاجر" لفظ کي توهين آميز لفظ اردو اخبارن ڏاڍو شان ۽ ان سان ڇپيو ۽ ان لفظ تي پاڻ کي فخر سان مهاجر ڪوٺيندڙ بہ خاموش رهيا، ڄڻ سمورن ڪردارن چوڌري گجرال جي ان موقف کي جيئن جو تيئن قبول ڪري ورتو.

## ڇا "مهاجر" لفظ هتڪ آميز لفظ آهي،

چوڌري اندرڪمار گجرال جي اهڙي رمارڪس تي آخر اردو اخبارن رد عمل جو اظهار ڇو نہ ڪيو، ڪنهن بہ اردو ڳالهائيندڙ ليکڪ ڪالم نگار ۽ دانشور ان موقف تي هڪ لفظ بہ ناهي لکيو، ڇا انڪري جو چوڌري گجرال پاڻ پنجابي آهي ۽ سنڌين، بلوچن، ۽ پشتونن کان وڌيڪ طاقتور آهي ۽ طاقتور پاڙيسري ملڪ جو وزير اعظم آهي، ملان مولوي جيڪي سنڌي ۽ بلوچي قومپرست اڳواڻن مٿان تہ ٿين حملي آور ٿيندا آهن جيئن ڏٻري ڍور مٿان مڇر اچي حملو ڪندا آهن، اهي هن مقدس لفظ جي بيحرمتي تي خاموش ڇو رهيا، ڇا ائين سمجهجي تہ اهي بہ اڃان تائين ردو اخبارن جي جوڙ توڙ جي انتظار ۾ آهن، هونئن تہ سمورا مذهبي ماڻهو هندستان جي بابري مسجد جي مسئلي تي ڏاڍا اسلامي جذبي ۾ سرشار ٿي روڊن تي نڪري ايندا آهن آخر هي اندرڪمارگجرال جي اهڙي بيان تي مجرمانہ خاموشي ڇو اختيار ڪري ويٺا....؟؟

۽ ان ڪان پوءِ وارو انهن جو ٿو اچي جيڪي پاڻ کي هن ملڪ جو وڏو ٺيڪيدار ٿا سمجهن، يعني ايم ڪيو ايم ۽ سندس اڳواڻ....!! جيڪي پاڻ کي "مهاجر" ڪوٺائيندي فخر محسوس ڪندا آهن، اهي هن لفظ جي بي حرمتي تي خاموش ڇو رهيا، اردو ڳالهائيندڙن جي تہ تاريخ رهي آهي تہ اهي لفظن جي تقدس خاطر وڏيون قربانيون ڏيندا آهن، اهي گجرال جي ڳار تي خاموش ڇو رهيا؟ لفظن جي تقدس خاطر انسانيت جو خون وهائيندڙ جي خاموشي حيرتناڪ آهي؟

شايد چوڌري اندرڪمارگجرال کي خبر ناهي؟ يا تہ هن صاحب تاريخ جو گهرو مطالعو ناهي ڪيو ڇو تہ سندس اهو بيان حقيقتن جي بلڪل ابتڙ آهي، چوڌري گجرال کي هندستان ۾ در بدر ٿئي پنجاهہ سال ٿي ويا آهن ۽ ان ڪان پوءِ سندس لفظن مطابق تہ عظيم هندستان جي رهواسين ڪيس وزير اعظم بڻايو پر پاڪستان وارا ويچارا تہ اسلام جي عشق ۾ ايترو محو ٿيل ۽ ٻڏل هئا جو پاڪستان جي آزادي واري پهرين ڏينهن تي ئي اُن چونديل اردو ڳالهائيندڙ پناهگير محترم لياقت علي خان کي ملڪ جي پهرئين وزير اعظم طور قبول ڪيو ۽ جيستائين قائد ملت مان شهيد ملت نہ ٿيو تيستائين هن ملڪ جو غير جمهوري طور وزير اعظم رهيو، ملڪ جي اڇي ڪاري جا مالڪ اهي ئي هندستاني پناهگير هئا ۽ اڃان تائين سڀ ڪجهہ انهن جي هٿ وس آهي، اڄ هو پاڻ کي وي آءِ پي ۽ مقدس مخلوق ٿا سمجهن ۽ پاڻ کي هندستان جي مقدس ڳئون جهڙي مخلوق ٿا سمجهن باقي سمورا ماڻهو هن لاءِ اڇوت آهن. خدا کين صحيح رستي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)









جنيوا ۾ ايم ڪيو ايم طرفان ورهايل هڪ ڪتابڙي طرفان ٽائيٽل ۽ آخري صفحي جو عڪس جنهن ۾ مهاجرن کي مظلوم ڪوٺيو ويو آهي.




# آج

دوپہر دو بجے

جنگ فورم

بروز ہفتہ

۲۴ ستمبر

# مہاجروں کیلئے علیحدہ صوبہ

## شرکائے مذاکرہ

| | |
|---|---|
| پیر مظہر الحق | صوبائی وزیر قانون |
| قاضی اسد عابد | رکن قومی اسمبلی |
| میر منور تالپور | صوبائی وزیر ایکسائز اینڈ ٹیکسیشن |
| شعیب بخاری (ایڈووکیٹ) | رکن رابطہ کمیٹی، ایم پی اے |
| اعجاز محمود | چیئرمین، مہاجر رابطہ کونسل |
| اقبال یوسف | سیکرٹری جنرل، پی پی پی (سندھ) |
| شاہ فرید الحق | سینئر نائب صدر جمعیت علمائے پاکستان |
| بیرسٹر مشیر پیش امام | رہنما، مسلم لیگ |
| آزاد بن حیدر (ایڈووکیٹ) | صدر، جناح مسلم لیگ |
| پروفیسر حسنین کاظمی | دانشور |
| ڈاکٹر منظور احمد | دانشور |
| مرزا جواد بیگ | بانی، پاکستان قومی تحریک |

شرکت کیلئے دعوت نامہ ضروری نہیں

بمقام

"دی نیوز فورم ہال" فرسٹ فلور، الرحمن بلڈنگ (متصل جنگ) آئی آئی چندریگر روڈ کراچی۔

رابطہ کیلئے: "انچارج جنگ فورم" روزنامہ جنگ، آئی آئی چندریگر روڈ کراچی۔ فون ۔ 9 ۔ 2637111

جنگ اخبار پاران شايع ڪيل اشتهار جنهن ۾ سنڌ کي ورهائڻ لاءِ راءِ شماري (ريفرنڊم) ڪرائڻ جو سڏ ڏنل آهي. ملڪ جي سڀ کان وڏي اخبار ۾ اهڙي غير قانوني حرڪت جو ڪنهن به نوٽيس نه ورتو ۽ نه ان خلاف قانوني قلم کنيو ويو.




ایم کیو ایم کے بانی الطاف حسین نے سندھ میں علیحدہ صوبے کے بارے میں رائے طلب کی ہے۔ علیحدہ صوبے کے قیام اور عدم قیام سے سندھ میں رہنے والا کوئی بھی شہری لاتعلق نہیں رہ سکتا۔ روزنامہ "پبلک" نے اس سلسلے میں قارئین کی آراء کو انفرادی طور پر شائع کرنے کا فیصلہ کیا ہے۔ اس کے لئے آپ مندرجہ ذیل کوپن بھر کر بھیج سکتے ہیں اور اس کے علاوہ علیحدہ کاغذ بھی منسلک کر سکتے ہیں۔ موصول ہونے والا تمام رد عمل "پبلک" کے صبح کے ایڈیشن میں شائع کیا جائے گا۔ آپ ان پہلوؤں پر اظہار خیال کر سکتے ہیں۔ (1) سندھ میں علیحدہ صوبہ ہونا چاہیے یا نہیں ہونا چاہیے؟ (2) ہونا چاہیے تو کیوں؟ اور نہیں ہونا چاہیے تو کیوں؟ جواب واضح اور مختصر الفاظ میں لکھ کر بھیجیں

**عوامی ریفرنڈم برائے سندھ میں علیحدہ صوبہ**

نام ____________________

پتہ ____________________

____________________

____________________

پتہ شائع کیا جائے ☐  پتہ شائع نہ کیا جائے ☐

اردو روزنامہ پبلک کراچي ۾ ڇپيل اشتهار جنهن ۾ سنڌ ورهائڻ لاءِ ريفرنڊم ڪوپن شايع ڪيو ويو. جنهن ۾ لکيو ويو ته، "عوامي ريفرنڊم سنڌ ۾ علحده صوبو بنائڻ لاءِ" پر پوءِ به ملڪي قانون بخاموش رهيو ۽ اخبارن رياست وارو ڪردار ادا ڪيو.

نئے صوبے بننے چاہئیں یا نہیں؟

ہاں بننے چاہئیں ـــــ وجوہات کیا ہیں؟

نہیں بننے چاہئیں ـــــ پھر مسائل کا حل کیا ہے؟

دونوں صورتوں میں مختصر جواب جو ایک یا دو صفحات پر مشتمل ہو

قائد تحریک جناب الطاف حسین کو درج ذیل پتہ پر ارسال

فرمائیں۔ آپ کی رائے اور مشوروں کا انتظار ہے۔

M. ANWAR
4 HALE GROVE GARDENS
MILL HILL
LONDON NW7 3LP
TEL : 081 - 9593111 - 081 - 9591453
FAX: 081 - 9591455 - 081 - 9068170.

منجانب : شعبہ اطلاعات 'ایم کیو ایم' پاکستان

ملڪي اخبارن جي ڪردار کي ڏسي ايم ڪيو ايم به خاموش نه رهي ۽ لنڊن جي بين الاقوامي سيڪريٽريٽ مان ويهي ريفرنڊم ڪرائڻ لاءِ ساڳين اخبارن جا صفحا استعمال ڪيا ويا. نوان صوبا ٺهڻ کپن يا نه؟ جي عنوان سان ايم ڪيو ايم جي شعبي اطلاعات پاڪستان الطاف حسين جي چوڻ تي اشتهار ڇپرايو.

# زبانِ خلق



"جرأت" کے قارئین درج ذیل تین سوالات پر اپنی رائے لکھ کر بھیجیں اس کے ہمراہ اپنی تصویر بھی روانہ کریں۔ تصویر کے ساتھ آپ کی رائے روزنامہ "جرأت" کے صفحات پر شائع کی جائے گی۔

کیا کراچی کو الگ صوبہ بنا دیا جائے؟
کیا پاکستان کو مزید صوبوں میں تقسیم کر دیا جائے؟
کیا صوبے ختم کر کے ون یونٹ بحال کر دیا جائے؟

بھیجنے کا پتہ:

روزنامہ "جرأت" قومی اخبار ہاؤس
ڈاکٹر بلموریا اسٹریٹ آئی آئی چندریگر روڈ کراچی

JURAAT 26 FEB 1998

ڪراچي جي اردو روزانه جرات اخبار جي انتظاميه بہ پنهنجو قومي فرض سمجهندي ريفرنڊم ڪرائڻ لاءِ اشتهار ڇاپيو جنهن ۾ ٽن لفظن تي راءِ ورتي ويئي. (1) ڇا ڪراچي الڳ صوبو بڻايو وڃي؟ (2) ڇا پاڪستاني کي وڌيڪ صوبن ۾ ورهايو وڃي؟ (3) ڇا چوڻ ختم ڪري ون يونٽ ڪال ڪيو وڃي؟ پاران روزانه جرات ۽ قومي اخبار هائوس ڪراچي ۾ پوءِ بہ قانون خاموش رهيو.

# پاڪستان جو پنجون صوبو!

## هڪ سرڪاري اداري پاران اندیشا پیدا ڪندڙ اشتهار

ڪراچي (هلال نيوز) ڪراچي جي هڪ اردو اخبار ۾ نيشنل انسٽي ٽيوٽ آف اوشنوگرافي جو اشتهار ڇپيو آهي جنهن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪنارن سان لاڳيتي سامونڊي علائقن کي ملڪ جو پنجون صوبو سڏيو ويو آهي. اشتهار ۾ ملڪ جو نقشو به ڏنو ويو آهي جنهن ۾ ڇهن صوبن سان گڏ پنجين صوبي طور ڏار ڏيکاريو ويو آهي.

سياسي حلقن سرڪاري اداري پاران اهڙي اشتهار تي حيرت ظاهر ڪندي چيو آهي ته سنڌ جي هاڻوڪين حالتن جي پيش نظر اهڙي قسم جو اشتهار انديشا ۽ غلط فهميون وڌائڻ جي برابر آهي. حلقن موجب سامونڊي علائقو ملڪ جو علائقو آهي پر اهو سنڌ ۽ بلوچستان جو حصو آهي. هن علائقي کي اقتصادي زون ته

---

آپ کو سرمایہ کاری کی دعوت دیتی ہے

صوبے کے خصوصی پہلو

رقبہ:

حدود اربع:

موسم:

پاکستان کا ۵ واں صوبہ

خاص اکانومک زون

N.W.F.P

PUNJAB

BALUCHISTAN

SINDH

E.E.Z

خاص اکانومک زون

ممتاز شہریوں کی ایک جماعت کو مدعو کیا گیا ہے کہ وہ پانچویں صوبے سے متعلق ایک روزہ ورکشاپ میں شرکت کریں جو ۲۸ دسمبر ۱۹۸۹ کو پاکستان بحریہ کے تعاون سے منعقد کی جا رہی ہے۔

مزید معلومات کے لئے براہ کرم رجوع فرمائیں۔



نیشنل انسٹی ٹیوٹ
آف اوشنوگرافی

# سنڌ تي ورهائڻ جون سازشون

اسلام آباد مان نڪرندڙ هڪ انگريزي رسالي هفتيوار "پلس" هن هفتي هڪ رپورٽ شايع ڪئي آهي ته "آمريڪا، ١٩٩٧ع ۾ هانگ ڪانگ کي چين جي حوالي ڪرڻ کانپوءِ ڪراچيءَ کي هانگ ڪانگ بڻائڻ جو منصوبو بڻايو آهي، جنهن لاءِ ايم ڪيو ايم ۽ موجوده پيپلزپارٽي پنهنجي پنهنجي پاليسين ذريعي زمين هموار ڪري رهيون آهن." رپورٽ مطابق ايم ڪيو ايم جي جلاوطن اڳواڻ الطاف حسين، سنڌ اندر پنهنجي حامين کي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ فوج خلاف مزاحمت ڪرڻ جو سڏ ڏنو هو، پر ايجنسين ان ڳجهي پيغام کي "ڊي-ڪوڊ" ڪري ڇڏيو هو ۽ حڪومت تي زور پريو هو ته اهي سياسي ڳالهين ذريعي مسئلن جو حل ڳولين، هفتيوار پلس جي رپورٽ مطابق ته، "آمريڪا، سنڌ اندر پنهنجي ڪاروباري مفادن کي تحفظ ڏيڻ لاءِ ايم ڪيو ايم جي حمايت ڪري رهيو آهي. آمريڪا جو پهريان ارادو "بندر عباس يا دبئي" کي هانگ ڪانگ بڻائڻ هو، پر ڪجهه سياسي رڪاوٽن جي ڪري بندر عباس وارو منصوبو ختم ڪيو ويو ۽ دبئي آمريڪي مقصدن لاءِ بهتر نه آهي، ڇو ته دبئي ۾ آمريڪي جنگي جهازن لاءِ مرمت ۽ ڪناري تي بيهڻ جي سهوليت ميسر ناهي، پر ڪراچي بلڪل ان معيار مطابق آهي، تنهن ڪري ايم ڪيو ايم جي ليڊرشپ آمريڪي سفارتڪارن کي گذارش ڪئي آهي ته اهي حڪومت سان ڳالهين لاءِ تيار ٿي وڃن، جنهن لاءِ آمريڪي سفارتڪارن هائوڪار ڪئي آهي ۽ ڪي سياسي حلقا آمريڪا جي ان روش کي هڪ خودمختيار ملڪ جي اندروني معاملن ۾ هڪ مجرماڻي مداخلت ٿا سمجهن، آمريڪا چاهي ٿو ته ڪراچيءَ ۾ هانگ ڪانگ جي طرز جي حڪومت ٺهي، جيڪا پاڪستان سرڪار لاءِ بندرگاهه کي مڪمل طور بند ڪري ڇڏي، ان ڏس ۾ تازو بلوچستان ۾ هڪ نئين بندرگاهه "گوادر ۽ پسني" جي تعمير ۽ ان بندرگاهه ذريعي پنجاب تائين رسد پهچائڻ لاءِ "موٽر وي" جي تعمير پڻ ٿي رهي آهي، ۽ سنڌ سرڪار واري سيڪريٽريٽ کي نئين ٺهيل ضلعي ملير ۾ منتقل ڪرڻ جا پڻ افواهه ڪجهه مهينا اڳ پڌري ۾ آيا هئا.

سنڌ کي ورهائڻ جي سازش تمام پراڻي ۽ اڳاٽي آهي، ٿي سگهي ٿو ته ملڪي سطح جي چند اڳواڻن کي ان جو علم هجي، جيئن موجوده وزيراعظم پاڪستان محترمه بينظير ڀٽو جڏهن حزب اختلاف جي اڳواڻ هئي، تڏهن محترمه سڀ کان پهرين ان سازش کي بي نقاب ڪيو هو، ان بابت سنڌس ڪيترائي بيان رڪارڊ تي آهن ۽ سندس ٿي

ڪوشش سان اهو مسئلو قومي اسيمبليءَ تائين پهتو هو، جتي بہ ڊينهن ان مسئلي تي بحث پڻ ٿيو هو، ۽ پيپلزپارٽيءَ ثابت ڪيو هو تہ سنڌ کي ورهائي اتي "جناح پور" نالي جون سازشون ٿي رهيون آهن، محترمہ بينظيربڻو ان دور ۾ اڳوڻي صدر پاڪستان جناب غلام اسحاق خان کي پڻ سنڌ کي ٽوڙڻ واري سازش ۾ شريڪ ڄاڻايو هو، جيڪي بيان پڻ رڪارڊ تي موجود آهن.

تازو آمريڪا ۾ قائم ٿيل هڪ تنظيم، "فرينڊس آف هيومنٽي" جي هڪ ذيلي شاخ "فرينڊس آف پاڪستان سوسائٽي" جيڪا آمريڪا ۾ رهندڙ دانشورن، مفڪرن، تجزيانگارن، محققن، ليکڪن ۽ اعليٰ پيشيورانہ تربيت وٺندڙ سوين مسلمانن تي مشتمل آهي، ان جو سربراهہ پاڪ فضائيہ (هوائي فوج) جو هڪ اڳوڻو اعليٰ عملدار ڪمانڊر راڻو امير علي خان آهي، جنهن تازو انڪشاف ڪيو آهي تہ آمريڪا ۽ اسرائيل جي هڪ طاقتور يهودي لابي پاڪستان کي ٽوڙي ان جي جاءِ تي پنج آزاد رياستون قائم ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو آهي، ان پلان جو نالو "سي ايڪس آر پلان اپريل تائيڊ ٩٢" آهي. ان منصوبي تحت ڊسمبر ١٩٩٥ع تائين ٽارگيٽ حاصل ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون وينديون، جنهن لاءِ ڪوششون تيزيءَ سان جاري آهن، تازو لاهور جي اخبار "خبرين" ۾ ان سلسلي ۾ هڪ مضمون پڻ راڻو اميرعلي خان جي نالي سان ڇپيو آهي، جيڪو وري ڪراچيءَ جي هڪ شام واري اردو اخبار "قومي اخبار" ۾ ٢٢-مارچ ١٩٩٤ع تي ڇپيو آهي. ان مضمون ۾ خطرناڪ انڪشاف ڪيا ويا آهن، جنهن جا تفصيل پڙهڻ کان پوءِ ماڻهو جو دماغ چڪر کائڻ لڳي ٿو، مضمون مطابق تہ "سي ايڪس آر پلان" هيٺ هندستان جا پندرهن حصا ڪرڻ جو منصوبو آهي، جنهن مطابق هيٺيون رياستون قائم ڪيون وينديون.

(١) خالصتان رياست (٢) گورکا لينڊ رياست، (٣) بودو لينڊ رياست، (۴) تري پوره رياست، (٥) ميزورام رياست، (٦) مني پور رياست، (٧) ناگا لينڊ رياست، (٨) ارونا چل پرديش رياست، (١٠) مغلاب رياست، (١١) دراوڙ رياست، (١٢) جهرکنڊ رياست، (١٣) اتر کنڊ رياست، (١۴) آسام رياست ۽ (١٥) تامل ناڊو رياست وغيره.

مضمون ۾ اڳتي هلي پاڪستان کي ٽوڙڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي، انهن ڳجهن دستاويزن مطابق هيٺيون رياستون وجود ۾ آنديون وينديون.

## ١- آزاد پختونستان :

هن رياست جو مطلب رڳو صوبي سرحد جو نالو بدلائڻ ناهي، پر يهودي نقشي ۾ نئين رٿابندي مطابق هن رياست ۾ اڳوڻي صوبي سرحد جا اهي علائقا جتي پشتو ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي ۽ بلوچستان صوبي جي اها پٽي شامل هوندي، جنهن جون سرحدون سابق سرحد صوبي سان ملندڙ هونديون ۽ اتي پشتو زبان هلندڙ هوندي، نئين رياست "پشتونستان" ۾ شامل ڪيا ويندا، ۽ ان کي سامونڊي ڪناري تائين پهچڻ جو "ڪاريڊور" ڏنو ويندو ته جيئن وچ ايشيا کان ماڻهو "افغانستان" ۽ آخر ۾ "پختونستان" جي رستي سڌو "بحرهند" تائين پهچي سگهن، ۽ اهو ئي يهودي لابيءَ جو "گرم پاڻيءَ" تائين پهچڻ وارو پراڻو سواب آهي، جيڪو پاڪستان جي ذريعي ممڪن آهي ۽ اتان ئي شارٽ ڪٽ ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو، ان سبب جي ڪري ئي شايد ماضيءَ ۾ ولي خان ڌمڪي ڏني هئي ته اسان جنهن ڏينهن چاهيون آزاد آهيون، ان لاءِ اسان کي رڳو اٽڪ واري پُل کي ٽوڙڻو پوندو ۽ پوءِ ڪا به طاقت اسان کي غلام رکي نه سگهندي.

## ٢- عظيم تر بلوچستان:

يهودي نقشي مطابق هن آزاد رياست کي خوشحال ۽ آسودو بڻائڻ لاءِ هڪ مصنوعي بندرگاهه تعمير ڪيو ويندو، (جيڪو هينئر تائين ڪي قدر گوادر ۽ پسني واري علائقي ۾ تعمير ٿي چڪو آهي) بلوچستان کي ماضيءَ کان ولي "عظيم تر بلوچستان" بڻائڻ جو تصور پڻ قائم رهندو پئي آيو آهي، جنهن ۾ ايران ۽ سنڌ جا ڪجهه علائقا نقشي ۾ شامل ڏيکاريا ويا آهن، بلوچستان ۾ قدرتي، معدني وسيلا، پٽرو ۽ تيل وغيره تمام وڏي مقدار ۾ ڪيڻ جو پڻ منصوبو آهي، ڇو ته بلوچستان ۾ آبادي تمام گهٽ ۽ ايراضي ۽ وسيلا تمام وڌيڪ هئڻ جي ڪري هيءَ رياست مستقبل ۾ برونائي کان پوءِ دنيا جي سڀ کان وڌيڪ شاهوڪار ۽ امير رياست بڻجي ويندي، ان لاءِ ماضيءَ ۾ پڻ بلوچن هٿياربند جدوجهد پڻ ڪئي آهي ۽ هاڻي هنن پنهنجي سياست جا طور طريقا تبديل ڪري ڇڏيا آهن، بلوچستان جي ڪيترن ئي چاتل سچا تل قومپرست اڳواڻن پندرهن پندرهن سال ملڪ کان ٻاهر ويهي جلاوطني ڪاٽي آهي، ۽ تازو واپس آيا آهن ۽ اڄ سندن اولاد حڪومت جي ايوانن ۾ ويٺل آهي، ڪمانڊر راڻو اميرعلي جو چوڻ آهي ته پيرپاڳاري هڪ ملاقات دوران ڪيس آمريڪا ۾ لکيل ۽ ڇپيل هڪ ڪتاب ڏيکاريو هو، جنهن ۾ لکيل هو ته "٢٠٠٠ع تائين بلوچستان هڪ آزاد رياست طور دنيا جي نقشي تي اڀري ايندو" ٿي سگهي ٿو ته "نيو ورلڊ آرڊر" ۾ ننڍي ڪنڌ کي ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهائڻ وارو

منصوبو شامل هجي.

## ٣- گريٽر پنجاب :

هندستان ۾ سکن پاران هلايل خالصتان واري تحريڪ جو اثر پاڪستاني پنجاب تي پڻ پوندو رهيو آهي، پنجاب جي سک حڪمران مهاراجه رنجيت سنگهه جيتري حصي تي حڪمراني ڪئي، اڄڪلهه ڪي پنجابي قوم پرست اڳواڻ ان سموري پنجاب کي هڪ ڪري گريٽر پنجاب جو نالو ڏيڻ چاهين ٿا، ۽ زبان، ڪلچر ۽ تاريخي روايتن جي بنياد تي اڄڪلهه پڻ هندستاني پنجاب ۽ پاڪستاني پنجاب ۾ ڪو به فرق ناهي، ايتريقدر جو سکن جا سڀ کان وڏيڪ عبادتگاهه لاهور جي آسپاس موجود آهن، ۽ لاهور جي شاهي قلعي ۾ اڄ به راجه رنجيت سنگهه هڪ ميوزم گيلريءَ ۾ زنده ۽ گهوڙي تي چڙهيو وينو آهي ۽ پنجاب جي باشعور طبقي جي ذهنن تي حڪمراني ڪري رهيو آهي، ۽ ان کي اڄ به پنجاب جو دانشور طبقو "قومي هيرو" جو درجو ڏئي ٿو. بهرحال اڄڪلهه پنجاب ۾ "سرائيڪي صوبي" جو پرچار به زورن تي آهي، ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ ماڻهو پنجابين کي ڦورو ۽ استحصالي پڻ ڪوٺي رهيا آهن، جيڪي الزام گذريل دورن ۾ پاڪستان ۾ رهندڙ مختلف قومن جهڙوڪ بنگالي، سنڌي، بلوچي ۽ پختون قومون پنجاب ۽ پنجابي نوڪرشاهي ۽ حڪمرانن تي مڙهينديون رهيون آهن، پر ڪمانڊر رائو اميرعلي جي لکڻ مطابق ته "جيتوڻيڪ پنجاب کي پڻ لساني بنيادن (پنجابي ۽ سرائڪي بوليءَ جي بنيادن) تي ورهائڻ جي تجويز غور هيٺ آهي پر هن پهرئين مرحلي ۾ ان سان ڪنهن به قسم جي ڇيڙڇاڙ نه ڪئي ويندي."

## ٤- سنڌوديش، جناح پور يا لياقت آباد

سنڌ کي ورهائڻ واري منصوبي جا تفصيل آمريڪا مان ڇپجي آيل هڪ انگريزي ڪتاب (ٽئن ايرا آف پاڪستان) ۾ پڻ درج آهن، اهو ڪتاب پاڪستان ۾ پيرصاحب پاڳاري وٽ موجود آهي، ان ۾ "سي ايڪس آر پلان" بابت وضاحتي نوٽ لکيل آهي ۽ "سي ايڪس آر پلان" جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪيل آهي ته "هيءُ منصوبو اها طاقت آهي جنهن ذريعي پوري دنيا ۾ آمريڪا ۽ اسرائيل يهودين کي حڪمران ڏسڻ چاهي ٿو".

### ا- سنڌ:

ان پلان هيٺ ڪمانڊر رائو لکي ٿو ته سنڌ کي بلڪل محدود بڻايو ويندو. چند ضلعا ان ۾ شامل هوندا، جو ته هڪ طرف "جناح پور يا لياقت آباد" جو شوشو اُڀاريو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌ جو سمورو سامونڊي ڪنارو شامل ڪيو ويندو ۽ حيدرآباد شهر تائين

ان جون سرحدون ناهيون ويندين، سنڌ جو بلوچستان سان ملندڙ حصو جتي بلوچي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي، اهو بلوچستان ۾ شامل ڪيو ويندو. جنهن لاءِ بلوچستان حڪومت پڻ ڪجهه وقت اڳ جيڪب آباد ضلعي تي پنهنجي دعويٰ ڪئي هئي، ۽ پنجاب سان ملندڙ سنڌ جو ڪجهه حصو پنجاب ۾ شامل ڪرڻ جو ارادو اٿن، ڇو ته سکر يا گهوٽڪي ضلعي ۾ اٽڪل اسي سيڪڙو زمينون رٽائرڊ فوجي آفيسرن کي انعامن اڪرامن ۾ ڏنل آهن ۽ اهي ڪڏهن به سنڌ سان رهڻ پسند نه ڪندا. پنوعاقل فوجي ڇانوڻي جو منصوبو، جنهن جي سنڌي ماڻهن مخالفت ڪئي هئي، پڻ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي.

## ٢- جناح پور يا لياقت آباد:

سنڌ کان ڪراچي کي ڌار ڪري ان کي "جناح پور يا لياقت آباد" جو نالو ڏئي هڪ الڳ رياست بڻايو ويندو، هي منصوبو پڻ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، ڇو ته ڪراچي هڪ بين الاقوامي بندرگاهه آهي، جيڪو هانگ ڪانگ واري حيثيت رکي ٿو ۽ آمريڪا ان کي فري پورٽ جو درجو ڏيڻ جو خواهشمند آهي، ۽ ان لاءِ آمريڪا ايم ڪيو ايم جهڙي ناشست تنظيم کي جنم ڏنو آهي،جيئن ان جي مفادن جي چوڪيداري مضبوط هٿن ۾ محفوظ هجي. ان سلسلي ۾ ايم ڪيو ايم گڏريل پنجن سالن کان اهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي، جنهن مان آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو ته اها سنڌ کي ورهائڻ جي سازش ۾ مصروف هي. دهشتگردي ڪري شهرن ۾ تباهي ۽ بربادي ڦهلائڻ، پناڻن کي قتل ڪرڻ ۽ ڪين جاني مالي نقصان پهچائڻ، سنڌين، پنجابين ۽ بلوچن سان ساڳيو ورتاءُ ڪرڻ، ان جو واضح ثبوت آهي. پر انهن قومن مقابلو ڪيو ۽ ماضيءَ جي ايم ڪيو ايمي سازشن کي ڪامياب ٿيڻ نه ڏنو، اڄ به سنڌي، پنجابي، پناڻ ۽ بلوچ ڪراچيءَ ۾ موجود آهن ۽ دهشتگردن يا ايم ڪيو ايمي قاتلن کان نه ڊنا ۽ اڄ به ڪراچيءَ ۾ پنهنجن گهرن ۾ موجود آهن، ڪراچيءَ کي جناح پور يا لياقت آباد بڻائڻ واري سازش آڏو هڪ تمام وڏي رڪاوٽ بڻيل آهن.

## آخر ڇا ٿيندو؟

هن کان اڳ مون پنهنجي رسالي ماهوار "ويچار" ۾ مضمون لکيو هو، جنهن مٿان سرڪار نامدار بغاوت جو ڪيس قائم ڪيو، ان بعد تازو مون هن ساڳئي موضوع تي ڪتاب لکيو آهي، "تقسيم سنڌ ڪي سازش" ان ۾ واضح طور تي اها ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اردو ڳالهائيندڙ سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ ٿا چاهين، ۽ سنڌ اندر هڪ ننڍڙو اسرائيل ناهڻ جي سازشن ۾ مصروف آهن ۽ هتي يا ته اردوديش،

مهاجرستان، ڪراچي صوبو، جناح پور يا وري لياقت آباد ۽ الطاف پور ناهڻ ٿا چاهين، پر تازو لياقت آباد ۽ الطاف پور وارو نئون انڪشاف ٿيو آهي، ان سلسلي ۾ پنجاهه ڪن تاريخي دستاويزي ثبوت پڻ ڏنا ويا آهن ته جيئن ان سازش کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي.

ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪري هڪ نئين رياست قائم ڪرڻ جي سازش هونءَ تـه تمام پراڻي آهي، ان جون ڪڙيون تـه ڪراچيءَ کي وفاق سان ملائڻ وارِي دور تائين ڦهليل آهن، پر جڏهن کان موجوده "آپريشن ڪلين اپ سنڌ" شروع ٿيو، تڏهن فوج جي هڪ ڏڙي جولاءِ ۾ الطاف حسين جي گهر "نائين زيرو" تي ڇاپو هنيو، جنهن مان سنڌ کي ورهائڻ جا دستاويزي ثبوت هٿ آيا، جيڪي فوج جي تڏهوڪي ترجمان برگيڊيئر جناب آصف هارون، ١٧-جولاءِ ١٩٩٢ع تي وفاقي دارالحڪومت (تخت گاهه) اسلام آباد مان آيل اخبار نويسن جي هڪ وفد سان بريفنگ دوران پڌرا ڪيا. ان دوران جناب آصف هارون صحافين کي جناح پور جو نقشو پڻ ڏنو، جنهن ۾ سنڌ کي ورهائڻ جي سازش جو انڪشاف ٿيو ۽ کين ٻڌايو تـه "انٽيليجنس ايجنسين اسان کي ڪنفرم رپورٽ ڏني هئي تـه صوبي سنڌ جي شهري علائقن کي جدا ڪري اتي هڪ آزاد رياست قائم ڪرڻ جو منصوبو ناهيو ويو هو ۽ فوجي آپريشن دوران اهڙي قسم جا نقشا پڻ هٿ آيا هئا، جن کي ثبوت طور صحافين ۾ ورهايو ويو. شهري علائقن تي جناح پور يا اردوديش قائم ڪرڻ جي منصوبي بندي هئي."

ان بعد مسلسل اردو ۽ انگريزي پريس ۾ اهڙيون خبرون ڇپجنديون رهيون ۽ آخرڪار ١۴- آڪٽوبر ١٩٩٢ع تي اخبار جنگ لاهور اهو نقشو اخبار ۾ ڇپيو، جنهن ۾ جناح پور جي سازش جو انڪشاف ٿيل هو، ان کان اڳ ۾ مهاجرستان صوبي تحريڪ، مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن، اردوديش تحريڪ، مهاجر ليگ، ۽ صوبا بنائو تحريڪ وارن جا سوين هزارين هينڊبل ۽ پمفليٽ ڇپجي پڌرا ٿي چڪا هئا، جي وقت بوقت سنڌي اخبارن ڇاپيا هئا، پر حڪمران طبقن جي مٿي تي جونءِ بـه نـه سُري هئي، پر جڏهن برگيڊيئر آصف هارون انهن نقشن جاري ڪرڻ جي جرائت ڪئي تـه ان بعد ڪيس اهڙو تـه منظر تان هٽايو ويو جو وري ڪڏهن بہ "آءِ ايس پي آر" جي بريفنگ يا سنڌ آپريشن ڪلين اپ دوران ظاهر نـه ٿيو، ان مان سنجيده ۽ سوچيندڙ سنڌي طبقا ڇا محسوس ڪن!؟

## ڪجهه تلخ حقيقتون-!

ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تـه سنڌي ماڻهو رڳو دانهن ڪرڻ جا عادي آهن، پٽون ۽ پاراتا ڏيڻ ڄاڻن ٿا، ايتريقدر جو سنڌ جو باشعور لڏو جن کي ليکڪ، اديب، دانشور يا محقق ڪوٺيون ٿا، اهي انتهائي بي خبري واري عالم ۾ آهن، محبوبن جي مان ۾ قصيدا

چوڻ مان ئي ڪين فرصت ناهي، غزلن تي گذارو ڪيو ويٺا آهن، سنڌ اسان جي پيرن هيٺان نڪرندي ٿي وڃي؛ پر اسان سنڌي ادبي بورڊ جي ڪرسيءَ تي ٽين عالمي جنگ جاري رکيون ويٺا آهيون، اسان جو وڏو اديب صرف ان ڪري وڏو ۽ مان وارو اديب آهي جو هن جي وحود هيٺان طاقتور ڪرسي آهي، طاقت ۽ پئسي جي نشي ۾ مدهوش مستقبل کان بي خبر پنهنجي ڏن ۾ مگن لڳو پيو هلي. انهن کي هڪ گذارش ته اهي پنهنجي عارضي خول مان ٻاهر نڪري ڏسين ته دنيا ڪيڏانهن پئي وڃي ۽ هو ڪٿي بيٺو آهي، نه ته تاريخ جو وهڪرو ڪين ڪک پن سمجهي لوڙهي ويندو، اسان جو اديب، ليکڪ ۽ دانشور ايترو ته ڪمزور، ڊڄڻو ۽ پاڙيو بڻجي چڪو آهي، جو صرف ڪنهن اديب جي مرڻ تي تعزيتي بيان ڪڍڻ کي ئي قومي فرض ٿو سمجهي، سنڌ جي قومي مسئلن، تاريخي حقيقتن تي ڪو به ردعمل ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻائي ۽ ڊڄي ٿو، ايتري قدر جو "پاڻي، ناڻي، ٻوليءَ" جي مسئلن تي به بيان ڪڍڻ کي نوڪري وڃائڻ وارو خوفائتو عمل سمجهي ٿو، سنڌ جي سورن تي لکڻ کي جيءَ جنجال ۾ وجهڻ برابر سمجهي ٿو، ڪين اها خبر ناهي ته ايندڙ وقت ڪيڏو نه ظالم بي رحم ۽ خطرناڪ آهي. جو ته سنڌ کي ورهائڻ واري سازش جا هيٺيان ثبوت اخبارن ۽ ٻين ذريعن ذريعي عام ماڻهو تائين پهچي چڪا آهن ته :-

١- ١٩٨٩ع تي سڀ کان پهرين تڏهوڪي پيپلزپارٽي جي حڪومت جي ترجمان اخبار هلال پاڪستان "سنڌ کي ورهائڻ" واري سازش جو انڪشاف ڪيو ۽ مهاجرستان جو هڪ نقشو شايع ڪيو، جيڪو اردو ڳالهائيندڙن ڳچ ڳوٺن ۾ صرف پنهنجن حلقن ۾ جاري ڪيو هو. ان بعد هلال پاڪستان اخبار جي تڏهوڪي ايڊيٽر محترم غلام دستگير پٽي پنهنجي اخبار ۾ حيدراباد ڊيولپمينٽ اٿارٽي جي ان وقت جي ڊائريڪٽر جنرل تسنيم احمد صديقيءَ جو ايم ڪيو ايم جي چيئرمين عظيم احمد طارق کي لکيل هڪ خفيه خط ڇاپيو جنهن ۾ "سنڌ جي ورهائڻ" جي سازش جو ثبوت عڪس طور شايع ڪيو، ان وقت به پيپلزپارٽي جي حڪومت هئي، ۽ ايم ڪيو ايم ان حڪومت جي اتحادي پارٽي هئي، جنهن جي زور پرڻ تي غلام دستگير پٽي کي ايڊيٽري تان هٽايو ويو، پر ايم ڪيو ايم جا دهشتگرد ۽ سنڌ ٽوڙڻ وارا سازشي سزا کان بچي ويا ۽ اسين ماٺ جو ڪلمو پڙهي خاموش ٿي ويهي رهياسين.

٢-ان کان اڳ ڳچ ڳوٺ ۾ ايم ڪيو ايم جي تڏهوڪي ليگل ايڊوائيزر جيڪو پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر بڻيو، ايم رازق خان، تڏهوڪي وزيراعظم پاڪستان محترم محمدخان جوڻيجو کي هڪ خط لکيو، جنهن ۾ واضح طور مطالبو

ٽيل هو تہ سنڌ کي "ٻن انتظامي يونٽن" ۾ ورهايو وڃي، جيڪو پڻ ان دور جي اخبارن ۾ ڇپيو، پر سنڌ جا سمورا اهل قلم ۽ اهل علم ماڻهو ائين خاموش ويٺا رهيا ڄڻ سنڌن زبانون ڪنهن سبي ڇڏيون هيون.

٣- ان بعد "مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن" پاران سنڌ کي ورهائڻ لاءِ هڪ اپيل شايع ڪئي وئي ۽ ان پمفليٽ ۾ ٽنل سنڌ جا نقشا جاري ڪيا ويا، سنڌين کي تاريخي گاريون ڏنيون ويون، راجه ڏاهر جو اولاد ڪوٺيو ويو، سنڌ کي مسلمانن جو وطن سڏي سنڌين کي ڪافر ڪوٺي ڌرتيءَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ دليل بازي ڪئي وئي پر ڪنهن بہ سنڌي اديب ان جو ڪو بہ جواب نہ ڏنو ڪنهن جي رت کي جوش نہ آيو.

٤- ضياءُالحق جي دور ۾ ڪيبينيٽ ميٽنگ ۾ سنڌ کي ورهائڻ جو ذڪر نڪتو ۽ ان دور ۾ ضياءَ جي هڪ بااعتماد سرمائيدار ۽ تڏهوڪو وفاقي وزير مصطفيٰ گوڪل وغيره ان سلسلي ۾ ڪافي سرگرم رهيو ۽ بي سي سي آءِ بئنڪ جي سربراهہ آغا حسن عابدي ان سلسلي ۾ سرمايو فراهم ڪيو، پر اهي سموريون ڳالهيون مختلف وقتن تي اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون، پر ڪنهن بہ سنڌي اديب، دانشور ان جو نوٽيس نہ ورتو، ڪنهن بہ اهو مطالبو نہ ڪيو تہ ان جي جاچ ڪئي وڃي.

٥- محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جڏهن حڪومت کان ٻاهر هئي تڏهن هن سڀ کان پهرين هن منصوبي جو انڪشاف ڪيو هو تہ سنڌ کي ورهائي ڪراچيءَ کي جناح پور بڻائڻ جون سازشون ٿي رهيون آهن، ۽ اها ڳالهہ پڻ ماضيءَ ۾ اخبارن ۾ ڇپجي چڪي آهي، ان کان سواءِ بينظير ڀٽو صاحبہ جي ئي ڪوشش جي ڪري اهو مسئلو قومي اسيمبليءَ ۾ اٿاريو ويو هو، جنهن تي ٻہ ڏينهن بحث ٿيو، پر ان جو بہ ڪوئي ڪڙتيل نہ نڪتو، ايتري قدر جو بينظير صاحبہ تڏهوڪي صدر پاڪستان غلام اسحاق خان کي پڻ ان سازش ۾ شريڪ ڄاڻايو هو.

تنهن ڪري هاڻي ان سڄي سازش جي ڄاڻ حاصل ڪري ان بابت سرڪار هڪ جاچ ڪميشن تشڪيل ڏياري، جنهن جو سربراهہ سپريم ڪورٽ يا هاءِ ڪورٽ جو جج هجي ۽ جيڪي بہ نتيجا اچن انهن جي روشنيءَ ۾ ان سازش جي مجرمن کي عدالت جي ڪٺهڙن ۾ آڻي ڪين سزا ڏياري وڃي.

## سنڌ جي ورهاڱي واري منصوبه بندي

اڳوڻي وزيراعظم محترمه بينظيرڀٽو جي جناح پور واري ڇرڪائيندڙ انڪشاف کان پوءِ سنڌ جون سياسي ڌريون مونجهاري جو شڪار ٿيندي ڏسڻ ۾ آيون آهن، ان بيان کانپوءِ مسلسل ڪي پناهگيرن جون سياسي ڌريون سرگرم عمل اچي چڪيون آهن ۽ انهن پريس ڪانفرنس جي ذريعي سنڌ کي ورهائڻ جو سرعام مطالبو پڻ ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ مهاجر اتحاد تحريڪ سليم حيدر واري، مهاجر رابطه ڪائونسل، صوبه اردو ديس محاذ، ۽ مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن ۽ پاڪستان مهاجر ليگ وغيره ان سلسلي ۾ ڪافي حد تائين سرگرم رهيا آهن. ان کان سواءِ پاڪستان جي هڪ وڏي شخصيت، جيڪا بين الاقوامي حيثيت جي مالڪ آهي ان پڻ هڪ نجي گڏجاڻي ۾ ڪليل لفظن ۾ پنهنجي ان راءِ جو اظهار ڪيو آهي ته جيئن دنيا جي سپر طاقت سوويت يونين (روس) جون رياستون آزاد ٿي ويون تيئن هاڻي ننڍي کنڊ ۾ به هڪ وڏي جاگرافيائي تبديلي اچي رهي آهي، جنهن تحت برطانوي راڄ ۾ ڪيل غير حقيقت پسندانه ورهاست جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي ويندي ۽ اها سموري جاگرافيائي تبديلي "نيو ورلڊ آرڊر" نئين عالمي نظام هيٺ اچي رهي آهي، ان جي ڪجهه رپورٽ اخبارن ۾ پڻ شايع ٿي چڪي آهي، جنهن تحت هاڻي جاگرافيائي سرحدن، ٻولي، تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ تاريخي روايتن مطابق ننڍن رياستن جو نئين سر ڳانڍاپو عمل ۾ آندو ويندو. ان جي تصوير ڪجهه هن ريت رٿي وئي آهي.

آزاد ڪشمير ۽ مقبوضه ڪشمير کي هڪ ملڪ بڻائي آزاد ڪيو ويندو، هندستان واري پنجاب ۽ هن پنجاب کي هڪ ڪيو ويندو، افغانستان ۽ سرحد کي ملائي پشتونستان بڻايو ويندو. ان بعد گريٽر بلوچستان جي اسڪيم، سرائيڪي ديس جنهن ۾ سنڌ جا ڪجهه علائقا شامل ڪرڻ جي رٿا آهي ۽ ان کان سواءِ ١٩٩٧ع ۾ هانگ ڪانگ واري ليز ختم ٿيڻ بعد مغرب کي اهڙي ئي هڪ آزاد بندرگاهه جي ڳڻتي آهي ۽ ان سلسلي ۾ ڪراچي کي جناح پور ۾ تبديل ڪرڻ جي رٿا به غور هيٺ آهي.

ڪن سياسي ڌرين جو چوڻ آهي ته هاڻي جڏهن ته هڪ عالمي طاقت روس جي منظرعام تان هٽي وڃڻ کان پوءِ آمريڪا خلاف مقابلي واري صورتحال ختم ٿي وئي آهي. ان کان اڳ ڪٿي به هڪ سپر طاقت جا مفاد ٻي سپر طاقت سان ٽڪرائبا هئا ان ردعمل بعد جنهن ملڪ ۾ ٽڪراءُ پيدا ٿيندو هو، اتي خطرناڪ سياسي ڪيفيت پيدا ٿي ويندي هئي، پر جڏهن کان وٺي اها ٽڪراءُ واري ڪيفيت ختم ٿي آهي، تڏهن کان وٺي

هتي بہ ناپر آئي آهي، تہ تہ اگ آمريڪي اڈن ۽ سائنسي اسٽيشنن جو ذڪر عام و خاص طور هوندو ئي هوندو هو.

## ڇا سنڌ ورهائجي چڪي آهي؟

سنڌ جي ورهاست واري تازي منصوبي بندي جي انڪشاف ڪان پوءِ سياسي ڌرين ۽ ڪارڪنن ۾ خدشا پيدا ٿي ويا آهن، ڪن جي خيال مطابق تہ سنڌ ۽ بلوچستان واري سچي ساموندي پٽي يا ڪنارن تي پنجابي ۽ پناهگيرن جون گڏيل بستيون قائم ڪرڻ جي سازش پڻ رٿي وئي آهي، ان سلسلي ۾ يورپ جي اتحادي ملڪن گڏيل منصوبہ بندي جوڙي آهي، جنهن ۾ آمريڪا سان گڏ برطانيا ۽ فرانس بہ گهري دلچسپي وٺي رهيا آهن، ڪراچيءَ واري اڳوڻي ۽ تاريخي بندرگاهہ "منهوڙي" کان پوءِ هڪ ٻيو ننڍڙو بندرگاهہ "بن قاسم" جي نالي قائم ڪيو ويو ۽ ان سلسلي ۾ اهو ٻڌايو ويو هو تہ پراڻي بندر تي ساموندي جهازن جي ايتري رش ۽ پيڙ آهي، جو هڪ جهاز کي سامان لاهيندي ۽ کڻندي مهينن جا مهينا لڳيو وڃن ۽ اهڙي ريت "بن قاسم بندرگاهہ" ٺاهڻ جو جواز پيدا ڪيو ويو، ان کان پوءِ هاڻي ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ سنڌ جو پراڻو ۽ قديم تاريخي بندرگاهہ "ديبل بندر" جي نالي سان پڻ ٻيهر بحال ڪيو پيو وڃي ۽ حڪمران طبقي جي سوچ اها آهي تہ سنڌي قوم نفسياتي طرح حاڪميت جي جڪڙ ۾ آسانيءَ سان اچي سگهي ٿي، جيڪڏهن ساڳيو بندرگاهہ ڪنهن ٻئي نالي سان قائم ڪيو تہ ان جي مخالفت ڪئي ويندي پر جيڪڏهن نفسياتي طور هڪ اڳواٽ راءِ عامہ ٺاهي وڃي تہ "سنڌ جو قديم بندرگاهہ ديبل بندر ٻيهر بحال ڪيو ويندو." تہ سنڌي ماڻهو پنهنجي تاريخ جو نالو ٻڌي خوش ٿي ويندا ۽ اهڙي عمل کي آسانيءَ سان نہ رڳو تسليم ڪري وٺندا پر هضم ڪري ويندا، ڇو تہ ڪين خبر آهي تہ "بن قاسم" بندر جيتوڻيڪ هڪ سنڌي وزيراعظم ذوالفقارعلي ڀٽو جي دور ۾ ٺهيو ۽ قائم ٿيو پر جيئن تہ سنڌين جي نفسيات ۽ تاريخي حيثيت جي خلاف هو، تنهن ڪري سنڌي ماڻهن ان جي نالي تي ئي سخت اعتراض ڪيو هو ۽ هاڻي تہ بلڪل هڪ خاموش منصوبي تحت سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جي سازش سٽي وئي آهي، ان سلسلي ۾ ڪراچيءَ کان وٺي بدين تائين ننڍڙا ننڍڙا بندرگاهہ ٺاهڻ جي هڪ اسڪيم تي عمل ٿي رهيو آهي، ان سلسلي ۾ ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ ڌاريا ماڻهو ڏڙا ڏڙ زمينون خريد ڪري رهيا آهن، ۽ اهڙي طرح ڪراچي، ٺٽو ۽ بدين ضلعن سان لڳندڙ ساموندي ڪنارن تي ننڍا وڏا بندرگاهہ ان ڪري بہ ٺاهيا پيا وڃن تہ جيئن بدين ضلعي مان نڪرندڙ تيل جي ترسيل کي سولائيءَ سان ٻين ملڪن تائين پهچائي سگهجي.

ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين جنرل ضياءَ جي دور ۾ سنڌ کي ورهائڻ بابت غور ٿي چڪو هو، نه رڳو ملڪي سطح تي پر دنيا کي خبر آهي ته ١٩٩٧ع ۾ چين کي هانگ ڪانگ مٿان قانوني حق حاصل ٿي ويندو، تنهن ڪري ڪراچيءَ واري ساموندي بندرگاهه کي هانگ ڪانگ جهڙو درجو ڏيارڻ لاءِ يورپي ملڪن جي تنظيم هڪ گڏيل حڪمت عملي جوڙي آهي ته جيئن ڪراچي کي هانگ ڪانگ کان پوءِ فري پورٽ بڻايو وڃي ۽ سنڌ کان ڪسي الڳ حيثيت ڏياري وڃي. ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين جنرل ضياءالحق جي دور ۾ وفاقي ڪابينا پڻ هڪ اوچتي ۽ هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ پهرين قدم طور ڪراچيءَ کي فري پورٽ بڻائڻ لاءِ غور ڪيو هو، جڏهن ته اهو مسئلو اڳواٽ ڪابينا جي ايجنڊا تي هو ئي ڪونه، پر اوچتو ئي اوچتو ورڪنگ پيپر سميت اهو مسئلو وفاقي ڪابينا آڏو آندو ويو ۽ اهو فيصلو ڪيو ويو ـ ـ ـ سٿي کي ماهرانه راءِ لاءِ "سينٽرل بورڊ آف روينيو" کي موڪليو وڃ اهو ورڪنگ پيپر ڪهڙي وزارت کي جوڙڻ لاءِ ڏنو ويو هو، ان بابت ڪا به معلومات نه ملي سگهي هي ن جو آخري فيصلو ايندڙ وفاقي ڪابينا جي اجلاس لاءِ رکيو ويو هو پر اهو ضياءَ ڪابينا جو آخري اجلاس ثابت ٿيو، جيئن ان اجلاس کان جلد پوءِ جنرل ضياءَ هڪ هوائي حادثي ۾ فوت ٿي ويو ۽ سنڌ ٽٽڻ کان بچي وئي.

## پرڏيهي ٻاهرين مداخلت، ڪي انديشا ۽ خدشا

اخبارن ۾ ڇپجندڙ مختلف خبرون ۽ رپورٽون به ان سلسلي ۾ شڪ شبها، وهم ۽ وسوسا پيدا ڪرڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿيون آهن، جئين ته سنڌ هن وقت گهڻ طرفين زيادتين ۽ سياسي ڪ... نڪار آهي، تنهن ڪري رتيءَ برابر افواهي ڳالهه به هڪ طوفان کي جنم ڏئي سگهي ٿي، ڪجهه مهينا اڳ اخبارن به ڪافي وهم ۽ وسوسا پيدا ڪيا، جهڙوڪ: آمريڪي سفير ۽ آمريڪي نواز يورپي لابيءَ جو سنڌ جي اندرين علائقن جا ڳجها دورا به ان سلسلي جون ڪڙيون آهن، جڏهن رابرٽ اوڪلي پاڪستان ۾ آمريڪا جو سفير هو تڏهن هن حيدرآباد جو هڪ اهم دورو ڪيو هو، ان دوري دوران هن حيدرآباد شهر جي ميئر آفتاب شيخ ۽ ڊپٽي ميئر رشيد پيا سان ملاقاتون ڪيون هيون، ان سلسلي ۾ ڪجهه اعتبا رجوڳن ماڻهن جو چوڻ هو ته مسٽر رابرٽ اوڪلي حيدرآباد جي ايم ڪيو ايم جي مقامي اڳواڻن سان پڻ ملاقات ڪئي، جنهن کي منظرعام تي ڪونه آندو ويو هو. آخرڪار جڏهن رابرٽ اوڪلي صاحب حيدرآباد ڊيولپمينٽ اٿارٽي جي تڏهوڪي ڊائريڪٽر جنرل تسنيم احمد صديقي سان ملاقات ڪئي، تڏهن حيدرآباد جي سنڌ دوست حلقن ۾ ڳڻتي جي هڪ اهڙي لهر ڊوڙي وئي، جنهن انهن وهمن ۽ وسوسن کي ڪجهه

سبڪڙو حقيقت ۾ بدلي ڇڏيو هو. ڪن ڄاڻو حلقن جو چوڻ هو تہ اِن دوران حيدرآباد ۾ هڪ اهم سياسي شخصيت پڻ سائنس ملاقات ڪئي هئي، ان کان پوءِ ميار لاهڻ خاطر مسٽر رابرٽ اوڪلي سنڌ يونيورسٽيءَ جو پڻ دورو ڪيو هو، جنهن ۾ هو سنڌالاجي ويو هو ۽ سنڌالاجي گهمڻ بعد پنهنجا رمارڪس ڏيندي هن چيو هو تہ "سنڌ ثقافتي لحاظ کان ڏاڍي شاهوڪار آهي" ان کان پوءِ آمريڪا جو هڪ اڳواڻ پروفيسر سڊني سوبرمين پڻ حيدرآباد جي هڪ اهم دوري تي آيو هو، مسٽر سوبرمين ڪجھ عرصو اڳ پاڪسان ۾ رهي ويو هو ۽ آمريڪي سفارتخاني ۾ "چارج دي افيئر" پڻ ٿي رهيو هو، ان حيدرآباد جي دوري دوران خارجہ پاليسي جي موضوع تي ڪجھہ ليڪچر پڻ ڏنا هئا. ان بعد مسلسل هڪ ٻيون آمريڪي اڳواڻ، دانشور ۽ ماهر نفسيات مسٽر جان وليم حيدرآباد جو هڪ ٽڪڙو دورو ڪيو هو ۽ سياست جي مختلف موضوعن تي ليڪچر پڻ ڏنا هئا ۽ پنهي سنڌ جي وڏن شهرن ۾ سنڌ جي اهم سياسي شخصيتن سان ملاقاتون پڻ ڪيون هيون، ان کان سواءِ ڪراچي ڪائونسل خاني جي ڪانونسليٽ جنرل جان ميلروز پڻ ڪيئي ڀيرا سنڌ جي اهم سياسي شخصيتن سان ميل ملاقات ڪندو رهيو هو، سنڌ جا باشعور حلقا اهڙين ڳالهين کي فڪر ۽ ڳڻتي وارن نظرن سان ڏسڻ ۾ حق بجانب آهن، ڇو تہ جڏهن سنڌ جي هڪ اهم سياسي اڳواڻ جيڪا آمريڪا ۾ پڻ قدر جي نگاهہ سان ڏٺي وڃي ٿي، "محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ" پڻ ڪراچيءَ کي جناح پور بنائڻ واري سازش تان خود پڙدو کنيو آهي.

ڪجهہ سال اڳ ڪراچيءَ ۾ ٽيل پناهگير ۽ پنجابين وچ ۾ جهيڳڙن ۽ فسادن دوران محسوس ڪيو ويو تہ پناهگير طبقو شعوري جنگ ۾ مصروف آهي، ڇو تہ پنجابي آبادي اڳواٽ رٿا هيٺ سامونڊي پٽي سان آباد ڪيل آهي، جڏهن تہ پناهگيرن چاهيو پئي تہ قديم سنڌي جيڪي مختلف ڳوٺن ۾ اجا بہ آباد آهن ۽ اهي ڳوٺ سامونڊي ڪناري سان آهن، انهن مٿان اوچتا حملا ڪري ڪين اهي ڳوٺ ڇڏايا وڃن، ۽ پنجابي- پناهگيرن جهيڳڙن ۾ پڻ اها ڳالهہ نوٽ ڪئي وئي هئي تہ ڇڻ پٽي ڏريون سامونڊي ڪناري تي قبضو ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهي رهيون آهن. خاص ڪري سياسي مبصرن ان ڳالهہ کي نهايت ئي باريڪ بيني سان محسوس ڪيو هو.

# ٢٨

# هندستان جو ايجنٽ ڪير؟

## سنڌي يا پناهگير؟

تازو اردو ٻولي جي هفتيوار رسالي جيڪو مسلسل دهشتگردن جي تشدد جو شڪار آهي، ان ۾ هڪ رپورٽ ڇپي آهي تہ "راجستان جي علائقي بيڪانير ۾ ايم ڪيو ايم جي دهشتگردن جي تربيت لاءِ هڪ ڪئمپ قائم ڪئي وئي آهي، جنهن جو ڪوڊ پي-ڪي ايس آهي، ان تربيت گاهہ جو انچارج ڪرنل بيدي آهي، جيڪو ١٢-نومبر ١٩٩١ع [illegible] طريقي سان ننگرپارڪر واري رستي کان حيدرآباد پهتو ۽ ان بعد ڪراچيءَ روانو ٿي ويو [illegible] اطلاعن مطابق ڀارت جي حفيا ايجنسي [illegible] "هاڻي اها ڪئمپ بيڪانير مان جبل پور منتقل ڪري ڇڏي آهي. رپورٽ مطابق [illegible] نل بيدي حيدرآباد جي دوري دوران تلڪ چاڙهي تي پريم سوپراج وٽ ترسيو جتي ايم ڪيو ايم جي ليڊر انيس قائم خاني (جيڪو اندرون سنڌ ٽائيگر فورس جو انچارج آهي) ۽ عارف خان سان مليو، ان مان صاف ظاهر ٿو ٿئي تہ سنڌ ۾ ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي، اگر سنڌي ماڻهن تي انڊيا جو [illegible] هتڻ جو الزام مڙهيو ويندو هو، هاڻي تہ هر ڳالهہ پڌري ٿي پئي آهي تہ هندستان ايجنٽ ڪير آهي؟ سنڌي ماڻهن جو تہ سنڌ کان سواءِ نہ ڪوئي ٻيو وطن آهي نہ ماڳ مڪان ۽ سنڌ کان ٻاهر سنڌين جو ڪو بہ مٽ مائٽ يا يار دوست آهي ئي ڪو نہ، جڏهن پناهگيرن جا مٽ مائٽ هزارن جي تعداد ۾ هندستان ۾ موجود آهن، جيڪي دهشتگردي جي تربيت وٺي هت [illegible] دهشتگردي [illegible] ڪارروايون اچي ٿا ڪن، ۽ هتي بہ مٽ مائٽ هوندي [illegible] سندن ساڻ نہ رڳو تحفظ ۽ جن جي پناهہ پر شناختي ڪارڊ کان وٺي ڊوميسائيل تائين سڀ سهولتون ملي ٿيون وڃن.

## پمفليٽ، نقشا ۽ ٻيا ثبوت

پناهگيرن جي مختلف تنظيمن پنهنجا نقشا ۽ پروگرام پمفليٽ جي صورت ۾ پڌرا ڪيا آهن، ان سلسلي ۾ هن وقت تائين، اردوديش، مهاجرستان، ۽ جناح پور جهڙن نقشن ۽ بنيادي آئين سميت پڌريون ٿيون آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

١-مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن جو نقشو ۽ پمفليٽ، مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن پاران نہ رڳو سنڌين خلاف هڪ ڀرپور پمفليٽ جاري ڪيو ويو آهي، پر هڪ نقشو پڻ جاري ڪيو ويو آهي. هنن هڪ پمفليٽ جاري ڪندي هيٺين قسم جو پڌرنامو جاري ڪيو، "مهاجر عوام هر طرح سان سنڌي مهاجر ڀائيچارو قائم ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي، اسلام آباد ۽ ڪراچي معاهدو پڻ ٽيو پر ڪو بہ ڪارآمد نتيجو نہ نڪتو، تنهن ڪري "مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن" هڪ گڏيل قرارداد منظور ڪري سنڌ صوبي کي ٻن حصن ۾ ورهائڻ جو هڪ طرفو اعلان ٿي ڪري جنهن جو هڪ حصو سنڌ ۽ ٻيو مهاجرستان چورائيندو ۽ مهاجرستان پاڪستان جو پنجون صوبو هوندو.

## مهاجرستان صوبي جون حدون:

صوبو مهاجرستان، ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽو، بدين، ٿرپارڪر ۽ سانگهڙ جي سموري ايراضي ۽ دادو نوابشاهہ، خيرپور ۽ سکر جي اڌ حصي تي مشتمل هوندو. مهاجرستان صوبي ۾ آباد غير مهاجر، اقليتي فرقن جي سمورن ماڻهن جو برابري جي بنيادن تي احترام ڪيو ويندو ۽ حق مجيو ويندو ۽ انهن کي هر قسم جو تحفظ ڏنو ويندو، مهاجرن ۽ مهاجرستان جي دشمنن کي مهاجرستان خالي ڪرڻو پوندو، محب وطن ۽ مهاجر دوست سنڌين کي برابريءَ جا حق ڏنا ويندا ۽ آخر ۾ مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن "وفاق پاڪستان" کي هڪ اپيل ڪئي آهي،

## وفاق کي اپيل:

مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن وفاقي حڪومت کي اپيل ٿي ڪري تہ

١- سنڌ کي تقسيم ڪيو ويو آهي، جنهن اندر مهاجرستان صوبي جو قيام عمل ۾ آندو ويو آهي، هيٺ ان جو نقشو جاري ڪيو ويو آهي، ان مطابق سرڪاري سطح تي سنڌ جي ورهاست جو اعلان ڪيو وڃي.

٢- بهارين کي بنگلاديش مان گهرائي مهاجرستان ۾ آباد ڪيو وڃي.

٣- مهاجرن جا قومي ملڪيت ۾ ورتل اسڪول، ڪاليج ۽ ڪارخانا انهن جي اڳوڻن مالڪن کي موٽائي ڏنا وڃن.

٤- فوج ۾ مهاجر ريجمينٽ ناهي وڃي.

٥- ڪوٽا سسٽم جهڙو ڦهري قانون ختم ڪيو وڃي.

٦- کوکرا پار وارو رستو هڪدم کوليو وڃي.

٧- جهونا ڳڙهہ جي نواب هڪ معاهدي تحت پاڪستان سان الحاق ڪيو هو، ١٩٧٥ع کان سندس مراعتون بند آهن، اهي بحال ڪيون وڃن.

٨- ڪراچي، حيدرآباد، ڪورنگي ۽ نوري آباد جي صنعتي علائقي کي ستن سالن تائين ٽئڪسن ۾ ڇوٽ ڏني وڃي ۽ وڏيڪ صنعتون لڳائڻ تان پابنديون کنيون وڃن.

٩- مهاجرستان جي سمورن ضلعن ۾ يونيورسٽيون، ميڊيڪل ڪاليج ۽

انجنيئرنگ ڪاليج قائم ڪيا وڃن.

۱۰- وفاقي ملازمتن ۾ مهاجرن کي سندن آبادي مطابق نمائندگي ڏني وڃي.

۱۱- صدر پاڪستان غلام اسحاق خان پاران قائم ڪيل حيدرآباد ڪيس جي ٽريبونل ۳۰- سيپٽمبر ۾ ملوث وحشي ماڻهن کي سرعام ڦاسي جي سزا ڏني وڃي.

۱۲- ۱۴- آگسٽ ۱۹۴۷ع کان پهرين يا پوءِ جن به ملڪي يا غير ملڪي ماڻهن سنڌ صوبي ۾ پناهه ورتي آهي (بمبئي ۽ ڀارت ڪانسواءِ) جن جو سنڌ جي قديمي آبادي سان ڪو به تعلق ناهي، انهن کي واپس پنهنجن صوبن يا ملڪن ڏي اماڻيو وڃي.

مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن جي پمفليٽ ۾ آخر ۾ سنڌين کي انتهائي گهٽ وڌ ڳالهايو ويو آهي، ۽ انتهائي ڪريل زبان استعمال ڪئي وئي آهي، مثال طور عنوان اٿس سنڌي ازم ڇا آهي؟

۱- سنڌي قوم راجا ڏاهر جو اولاد سڏائيندي فخر محسوس ٿي ڪري.

۲- هندن وانگر پيرين پوڻ ۽ پير چمڻ سنڌين جي تهذيب ۾ شامل آهي.

۳- پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ڀارت وارا سنڌين کي ڏاڙهيل [illegible] ٿورو، ڏڱي چور ۽ عزت ويڪائو سمجهندا هئا

۵- پاڪستان جي پهرين وزيراعظم شهيد ملت لياقت علي خان سنڌي تهذيب ۽ ثقافت کي گدهن چارڻ ۽ اٺن هڪلڻ واري تهذيب ڪري ڪوٺيو.

٦- ڀارت جا هندو دانشور چوندا آهن، نانگ تہ وفادار ٿي سگهي ٿو پر سنڌي وفادار نٿو ٿي سگهي، سنڌي هندو تي اعتبار ڪري سگهجي ٿو پر سنڌي مسلمان تي نہ.

هي ساڳي تنظيم آهي، جنهن اين. سي. سي. ڪيل پناهگير شاگردن ۽ شاگردياڻين کي پنهنجي طرفان به مخصوص دهشتگرديءَ جي ٽريننگ ڏيئي سنڌين جو ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ قتل عام ڪرايو، هڪ رپورٽ مطابق حيدرآباد جي جهيڙن دوران شهر ۾ پناهگير کي شناختي ڪارڊ تي ڪلاشنڪوف ۽ گوليون مخصوص اڏن تان ملي ويندڀون هيون ۽ هڪ اندازي مطابق هن آرگنائيزيشن ۱۸۰۰- ڇوڪرين کي جديد هٿيارن هلائڻ ۽ جوڊو ڪراٽي جي ٽريننگ ڏني هئي، جيڪڏهن جهيڙا وڌن ها تہ پوءِ انهن ڇوڪرين ذريعي سنڌي ٻارن ۽ عورت کي انهن جي گهر ۾ ماريو وڃي ها.

## اردوديش تحريڪ وارن جو نقشو

ڪجهہ هفتا اڳ ملڪي قومي ۽ علائقائي اخبارن ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ڇپي جيڪا تہ رڳو باقاعده ٿي پر ان پريس ڪانفرنس ۾ "اردوديش" جو هڪ نقشو بہ جاري

ڪيو ويو ۽ پٺي ڏينهن سڄي حيدرآباد ۾ وال پوسٽر لڳايا ويا ، جنهن تي پڻ اردوديش وارو اهو نقشو ڏنو ويو، جيڪو اسان هن رپورٽ ۾ ڏئي رهيا آهيون، ان ۾ پڻ ڪراچي کان سکر تائين سنڌو درياءَ جي ڪاٻي ڪپ واري سموري سنڌ کي اردوديش" ڪري ڏيکاريو ويو آهي، ان نقشي ۾ پڻ "مهاجرستان لبريشن آرگنائيزيشن" واري ورهاست واري رپورٽ ۾ ڪراچي، حيدراباد ، ٺٽو، بدين، ٿرپارڪر ۽ سانگهڙ جي سموري ايراضي سان گڏوگڏ نوابشاهه، نوشهروفيروز، خيرپور ميرس، سکر، نوري آباد تائين دادو جو سڄو رقبو، "اردوديش" جي قومي ملڪيت ۾ ڄاڻايو ويو آهي، ان سلسلي ۾ پريس ڪانفرنس ڪندي چيو ويو آهي تہ "مهاجرن سان ظلم ڪيو ويو آهي، نوڪرين ۽ پڙهائي جا دروازا بند ڪيا ويا آهن وغيره. "جڏهن موجوده دور ۾ نالي ماتر حڪومت سنڌين جي آهي، (جو تہ صرف وزيراعليٰ ڄام صادق علي سنڌي آهي، باقي هر حڪم نائين زيرو عزيز آباد جو ٿو هلي، وزيراعليٰ سنڌي آهي،باقي عملي طور حڪم الطاف ڀائي جو ٿو هلي. ) پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ کان وٺي تعليم تائين سمورا کاتا غير سنڌي وزيرن وٽ يرغمال آهن، سنڌ حڪومت ۾ سنڌين جي ڪا بہ نمائندگي ڪانهي، اسپيڪر سنڌ اسيمبلي، ۽ چيف جسٽس سنڌ هاءِ ڪورٽ بہ سنڌي ناهن، آءِ جي پوليس سنڌ، چيف سيڪريٽري سنڌ بہ سنڌي ناهن ۽ هوندي بہ نفسياتي طور چڻ دل سان هن حڪومت کي سنڌي ماڻهو پنهنجي حڪومت تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ئي ناهن ۽ "اردوديش" واري نقشي ۾ ٿاٽو بولاخان کان وٺي جيڪب آباد تائين الهندي طرف واري يا سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪپ واري نالي ماتر ڏرتي سنڌ صوبي کي يا سنڌي ماڻهن کي چڻ زڪات يا خيرات ۾ ڏني اٿئون، باقي سڄو سنڌ جو نقشو "اردو ديش" حوالي آهي. ( هي سال ١٩٩١ع ۽ ١٩٩٢ع جي رپورٽ آهي، جنهن ۾ هڪ نام نهاد "اردو ديش صوبہ تحريڪ" جي باني فاروق الحسن جيلاني پريس ڪانفرنس ڪئي ۽ پٺي ڏينهن حيدرآباد جي پٿين تي سنڌ جي ورهاڱي جا وال پوسٽر چنبڙيا )

## پاڪستان مهاجرليگ ڪراچي جو نقشو

پاڪستان مهاجرليگ ڪراچي پاران هڪ سنڌ جو نقشو جاري ڪيو ويو آهي، جنهن جي مٿان لکيل آهي تہ اسان جو مطالبو "صوبو مهاجرستان" ان ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڪراچي، حيدرآباد، ميرپورخاص ٺٽو، بدين، "مهاجرستان" ۾ شامل آهن ۽ باقي ٿاٽو بولاخان کان وٺي ۽ سانگهڙ کان وٺي سکر تائين جيڪا بہ سنڌ آهي، مهرباني طور سنڌين کي ڏني وئي آهي ان کان پوءِ هاڻي سنڌي ماڻهو اهو محسوس ڪري رهيا آهن، تہ سنڌ يا

۾ ـ ـڪ ـ ـ ته اهڙو فيصلو ٿي چڪو آهي، حڪومت کي کپي ته ان سلسلي ۾ سنڌي ماڻهن کي اعتماد ۾ وٺي.

انهن سڀني ڳالهين کان پوءِ سوچجي ٿو ته آخر حقيقت ڇا آهي؟ اهو سڀ ڪجهه افواهه ۽ پروپئگنڊا آهي يا ان ۾ ڪجهه سچ به شامل آهي، ڇا اردو دان ٽولي کي واقعي ڪا احساس محرومي آهي يا ڪين اهو احساس آهي ته اهي پئدا ٿي حاڪم بنجڻ لاءِ ٿيا آهن يا ٻهارين جي بي وطن بنجڻ کان پوءِ هتي رهندڙ اردو ڳالهائيندڙن کي واقع اهو احساس ٿيو آهي، ته "بي وطني هڪ وڏو عذاب آهي" تنهن ڪري آهستي سان ڪين وطن قائم ڪرڻ جو وهم پيدا ٿيو هجي، پر ڪي حقيقتون ان احساس جي بنهه ابتڙ آهن، پاڪستان ٺهڻ جا وڏا سياسي فاعدا اردو ڳالهائيندڙن کي ٿيا.

١- هڪ ته سندن اردو ٻولي جيڪا دنيا ۾ ڪنهن به ملڪ، صوبي، ۽ رياست جي ٻولي نه هئي، اها هڪ وڏي ملڪ جي قومي ٻولي بڻي، جڏهن ته پاڪستان جي آئيني ۽ قانوني قيد ۾ جڪڙيل تاريخي قومن مان ڪنهن به هڪ قوم جي ٻولي کي نه سرڪاري حيثيت ملي، نه قومي حيثيت ملي سگهي.

٢- هڪ اردو ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو کي ملڪ جو پهريون وزيراعظم بڻايو ويو. جنهن جو تعلق رضا ڪارانه طور پ ـ ستان ۾ شامل ٿيندڙ ڪنهن به صوبي يا رياست سان ڪو نه هو ۽ نڪو ئي هن کي ڪو بنهه جو اليڪشني حلقو هو، جو جمهوري طور ڪٿان چونڊجي اچي وزيراعظم ٿئي ها ۽ جيڪڏهن ڪا سيٽ کيس ملي به ها ته اسيمبلي اندر کيس وزيراعظم ٿيڻ لاءِ واضح اڪثريت حاصل نه ٿي سگهي ها.

٣- هندستان مان اسلام جي آڙ ۾ لڏي آيل هزارين ماڻهن کي ڪليم ذريعي سنڌين جي ملڪيتن، زمينن، جائدادن ۽ دولت جو وارث بڻايو ويو، آزادي کانپوءِ وارا سنڌين جيڪي خواب ڏٺا هئا، اهي پورا پورا ٿي ٽٽي ويا.

٤- هڪ منصوبي تحت اردو ڳالهائيندڙن جي چالاڪ بيوروڪريسي ۽ سياستدانن، ملي ڀڳت ڪري سنڌي جي سمورن وڏن شهرن تي اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن کي آباد ڪيو، جيڪي اڄ نه رڳو پاڻ کي سنڌ جو حقيقي وارث ٿا سمجهن، پر سنڌي ماڻهن جي ڪنهن به حق کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهن.

٥- ڪنهن به اهڙي سنڌي کي حاڪم طور دل سان تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهن، جيڪو چونه ڪٿي جمهوري چونڊجي حاڪم بڻيو هجي.

٦- هن وقت ڪو به سنڌي ماڻهو ڪنهن به وڏي عهدي تي ناهي، نه عدليه ۾، نه

انتظاميہ ۾، نہ فوج ۾ ۽ نہ ئي سفارتڪاري ۾، ايتري قدر جو سنڌ جو چيف سيڪريٽري ۽ آءِجي بہ سنڌي ناهي، سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن جا ڊپٽي ڪمشنر ۽ ايس پي بہ سنڌي ناهن.

٧- سنڌ جي گادي واري هنڌ ڪراچيءَ جي قديم سنڌي وسندين جي رهواسين سان اڇوتن وارو سلوڪ ڪيو پيو وڃي، جيئن تہ اهي رهواسي سنڌي آهن، تنهن ڪري انهن سان هر فيلڊ ۾ ناانصافي، حق تلفي ۽ ناروا سلوڪ ڪيو پيو وڃي.

٨- ڪراچيءَ جي سمورن اسڪولن ۽ آفيسن مان سنڌي ٻولي جو هڪ منصوبي هيٺ خاتمو ڪيو ويو آهي ۽ جيڪي ادارا سنڌي ماڻهن جي محنت سان ٺهيل آهن، انهن ادارن کي ننڍڙو سمجهي انهن مٿان طاقت جي زور تي قبضو ڪري سنڌين لاءِ دروازا بند ڪيا ويا آهن، ڪراچي اندر انگريزي ۽ گجراتي اسڪول ۽ ادارا تہ قائم آهن پر سنڌي ٻوليءَ جا اسڪول ۽ ادارا ختم ڪيا ويا آهن.

## ٣٤

# اردو اخبارن جو سنڌ دشمن ڪردار

تازو ڪراچي مان هڪ نئين اردو اخبار "حق پرست" جي نالي سان جاري ڪئي وئي آهي. ان کان اڳ ساڳئي انتظاميه "قومي اخبار" جي نالي سان هڪ اخبار پڻ جاري ڪئي هئي، جيڪا پڻ ڇپبي رهي ٿي. اهي ٻئي اخبارون نوجوان صحافي ڪڍن ٿا، جيڪي سنڌي قومپرست ڌرين ۾ سڀ کان وڌيڪ ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا ۽ سائين جي.ايم سيد کان وٺي ميڊم حميده کهڙي تائين، ممتاز علي ڀٽو کان وٺي يوسف لغاريءَ تائين هر ليڊر انهن جي عزت ڪندو آهي. انهن ٻنهي جا نالا مختيار عاقل ۽ الياس شاڪر آهن جيڪي اڳ ۾ اردو اخبارن "جنگ" ۽ "نواءِ وقت" اخبارن سان لاڳاپيل هوندا هئا. سنڌن سياسي عقيدا کهڙا آهن ۽ ڪيتريقدر سياسي شعور، پختگي ۽ مستقل مزاجي رکندڙ آهن ان جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته انهن جڏهن "قومي اخبار" جاري ڪئي تڏهن "الطاف حسين" کي پنهنجو سياسي ۽ نظرياتي ليڊر ۽ رهبر سمجهندا هئا ۽ قائد تحريڪ ڪري مڃيندا هئا. جڏهن سنڌ ۾ فوجي آپريشن شروع ٿيو، ايم ڪيو ايم خلاف وٺ پڪڙ شروع ٿي، الطاف حسين ملڪ مان ڀڄي ويو ۽ حقيقي گروپ ڪراچي ۾ قائم ٿيو تڏهن هنن ٻنهي حق پرست صحافين پنهنجي اخبار جي حمايت تبديل ڪئي ۽ رخ مٽايو. حقيقي ايم ڪيو ايم جي عامر خان ۽ آفاق احمد کي پنهنجو قائد ۽ رهبر لکيو ۽ مڃيو ۽ هاڻي وري جڏهن غير حقيقي ايم ڪيو ايم جي اڳواڻ الطاف حسين جي واپسيءَ جا ڪجهه امڪان پيدا ٿيا آهن تڏهن هڪ دفعو وري ٻنهي حق پرست صحافين هڪ اردو اخبار "حق پرست" جاري ڪئي آهي. اچو ته ان اخبارجي تاريخ ۽ جاگرافي تي ٿوري نظر وجهون.

"حق پرست" اخبار جي شروع وارن پرچن ۾ سنڌين خلاف روايتي نفرت جون خبرون ڇپڻ شروع ڪيون ويون. نه رڳو نفرت ۽ ڪدورت پر هر محاذ تي مخالف ڪرڻ جڻ پنهنجو اخلاقي ۽ سياسي فرض سمجهي ڇڏيو آهي. ڪين سنڌ کي پرامن ڏسڻ نٿو وٽي، يا پرامن سنڌ، پيار محبت ۽ عدم تشدد ۽ اهنسائي سنڌ سنڌن ڳجهن مقصدن ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي. اسانجي نظر ۾ سنڌ اندر خون جون نديون وهڻ انساني قدرن ۽ انسانيت جي خلاف هڪ وڏو ڏوهه آهي. پر ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن جن جي سياسي واڌاري جو يا سياسي ڪاميابيءَ جو راز "انسانن جو بيگناهه خون" وهائڻ ۾ هوندو آهي ۽ اهي ماڻهو امن ۽ ڀائيچاري کي پنهنجو سياسي موت سمجهندا اهن. انهن لاءِ سچائي، حقيقت پسندي ۽ ايمانداري ذهني عذاب برابر هوندي آهي. ۽ جيئن ڪانوَ کي لڏ ۾ مزو ايندو آهي تيئن انهن کي خون خرابي، شور ۽ لڙ، هل ۽ هنگامي ۾ مزو ايندو آهي ۽ اهي عادت کان مجبور ٿي ههڙي قسم جون خبرون ڇپيندا آهن.

* تاريخ - جمع رات 22 جولاءِ 1993ع - حق پرست اخبار

روزنامه "مارننگ اسپيشل" ڪراچي جي سعري هيٺ "حق پرست" جي نالي سان فرنٽ پيج تي هڪ خبر آهي "ڪراچي ۽ حيدرآباد تي مشتمل نئون صوبو

قائم ڪيو وڃي، قمبر مهاجر سب هيڊنگ آهي تہ، ”جيسنائين صوبائي وحدتن جو ورهاڱو نئو ٿئي تيستائين پرتشدد ڪارروايون جاري رهنديون.“ ۽ خبر هن ريت آهي، ڪراچي (اپ-ر) ڪراچي صوبي تحريڪ جي وائيس چيئرمين قمبر مهاجر هڪ بيان ۾ حڪومت پاڪستان ۽ حڪومت سنڌ کان مطالبو ڪيو آهي تہ جيستائين پاڪستان يعني وفاق پاڪستان جي صوبائي وحدتن جي نئين سرحدبندي ۽ انتظامي ورهاست نئي ٿئي تيستائين ملڪ مان پرتشدد نموني سياست، هنگامي آرائي، ۽ ملڪ دشمن بغاوتي سرگرمين جو خاتمو نہ ٿيندو. تنهنڪري ڪراچي صوبي تحريڪ جي پيش ڪيل مثبت تجويزن تي حڪومت غور ۽ ويچار ڪري ۽ هيٺ ڏنل حقيقت پسند نقطن تي فوري طور قدم کڻي.

1- صوبي سنڌ جي انتظامي بنيادن تي تقسيم ڪئي وڃي يعني ڪراچي ۽ حيدرآباد تي مشتمل هڪ صوبي (ڪراچي صوبي) جو قيام.

2- پاڪستان فوج جي نہ رڳو نگراني هيٺ پر اُن ذريعي نئين سر آدمشماري ڪئي وڃي. تہ جيئن ماضي جي دورن وانگر سنڌي وڏيرن ۽ سنڌي بيورو ڪريٽن کي شهري آباديءَ جي حق تلفيءَ جو وجهہ نہ ملي ۽ ڏانڌلي ڪري غلط انگ اکر شامل نہ ڪري سگهن.

3- قومي ۽ صوبائي اليڪشن جيڪي آڪٽوبر 1993ع ۾ ٿينديون آهن شهري آباديءَ جي حقيقي نشستن جو واڌارو يعني سورنهن ملين آباديءَ جي شهر ڪراچي ۽ ايم اين اي، ايم پي اي جي چند نشستون جيڪي 10 سيڪڙو کان بہ گهٽ آهن، شهري نشتن ۾ ٻيڻو اضافو ڪيو وڃي.

4- ڪراچي جون بلدياتي چونڊون جلد ڪرايون وڃن.

5- اندرون سنڌ مان لڏ پلاڻ ڪري آيل مهاجرن لاءِ هائوسنگ اسڪيم ۽ نقصانن جي تلافيءَ جو جلد اعلان ڪيو وڃي.

هي خبر بيشڪ پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلي هڪ نئين هلچل کي جنم ڏيڻ جي سازش ٿي سگهي ٿي، سنڌي ماڻهو ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ جي ورهاست ۽ ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جي هرگز اجازت نہ ڏيندا. پوءِ ان جي کهڙي بہ قيمت ادا ڪرڻي پوي، هڪ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ مختيار عاقل توڙي الياس شاڪر اها خبر روڪڻ جي طاقت بہ رکن ٿا. ڇاڻي واڻي اها خبر ڇپي سنڌي ماڻهن جي ڦٽن مٿان لوڻ ٻرڪيو ويو آهي، ۽ ڇپڻ جو مقصد صرف ۽ صرف سنڌين کي اشتعال ڏيارڻ آهي. باقي سنڌ جي جاگرافيائي بناوٽ ۽ جوڙجڪ اهڙي آهي جنهن جي ورهاست مان اردو ڳالهائيندڙ ڪراچيءَ جي چند حصن ۾ محدود ٿي ويا آهن، سنڌين جو سنڌ سان هڪ لازوال رشتو آهي، جيڪو اڻ ٽٽ آهي. ڌرتي ۽ مٽيءَ جو رشتو اڌلي ۽ اٽٽ ٿي هوندو آهي. اهو محض جذباتي رشتو ناهي پر تاريخي رشتو آهي. جيڪو هڪ فرد سان عوام جو اتفاقي رشتو ناهي جيڪو زور زبردستيءَ سان ڪنهن فردن مٿان مڙهيو ويو هجي. هي حق پرستيءَ جي آڙ ۾ جذباتي خبرون ڇپڻ وارا ايڊيٽر نہ پنهنجو پاڻ سان سچا آهن نہ پنهنجن ماڻهن سان. هي بين الاقوامي سازش جو حصو بڻجي ڏارين جي اشتهارن تي پنهنجي قلم جو رستو ناهڻ وارا ايڊيٽر آهن، ڪراچي رڳو اردو ڳالهائيندڙن جو شهر ناهي، اها بہ ڳالهہ آهي تہ ڪراچيءَ جي

70 سيڪڙو سيٽن تي ايم ڪيو ايم وارا کٽي ٿا اچن، ان ۾ ڏوهه هارائڻ وارن جو آهي، جيڪڏهن متناسب نمائندگي جي بنياد تي چونڊون ٿين ته پيون ڪميونٽيون 75 سيڪڙو سيٽون حاصل ڪري سگهن ٿيون، يا جيڪڏهن اسماعيلي خواجه، ڪاٺياواڙي ميمڻ، گجراتي، بوهري، مڪراني، بلوچ، سنڌي، پٺاڻ ۽ پنجابي هڪ طرف ٿي بيهن ته هندستان مان آيل اردو ڳالهائيندڙ ڪراچي شهر مان 10 سيڪڙو سيٽون به حاصل ڪري نٿا سگهن. چو ته اندروني سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن جي ناقص پلاننگ ۽ غلط حڪمت عملي جي ڪري اردو ڳالهائيندڙ ماڻهو ڪجهه سيٽون کٽن ٿا. جيڪڏهن مضبوط منصوبي بندي ۽ صحيح حڪمت عملي ٺاهجي ته اندرون سنڌ مان سموريون سيٽون سنڌي ماڻهو حاصل ڪري وٺندا. پيپلز پارٽي جيڪا سنڌ جي وڏي کان وڏي اليڪشني پارٽي آهي. ان کي صرف ۽ صرف ووٽ کٽڻ ۽ اڪثريت سان کٽڻ جو فڪر آهي باقي پندرنهن سالن کان وٺي انهن کي به نوان ووٽ داخل ڪرائڻ ۾ ڪابه دلچسپي ناهي ورتي. نتيجي طور اڄ به پراڻين لسٽن تحت اليڪشن ٿي رهي آهي. جنهن جو اڳتي هلي نقصان به پيپلز پارٽي کي ئي پوندو. پيپلز پارٽي واحد پارٽي آهي جيڪا ڪراچي جي لياري واري علائقي مان هڪ قومي ۽ هڪ صوبائي سيٽ ۽ ڀرواري واريون سيٽي سيٽون کٽي ٿي، پر جيڪڏهن سنڌن غفلت جو اهوئي حال رهيو ته ايندڙ وقت ۾ ٿي سگهي ٿو ته اهي سيٽون به وڃائي ويهي. باقي اها به تاريخي حقيقت آهي ته 1970ع وارين چونڊن ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد مان پناهگيرن صرف 9 شهري سيٽون حاصل ڪيون هيون. (جن ۾ ٽي قومي ۽ ڇهه صوبائي اسيمبلي جون هيون) جڏهن ته 1990ع وارين چونڊن ۾ انهن 28 شهري سيٽون سنڌ اسيمبلي ۽ 13 سيٽون قومي اسيمبليءَ جون حاصل ڪيون، ۽ پيپلز پارٽي رڳو سموريون ڀرواريءَ واريون سيٽون حاصل ڪيون. پر چاليهه سيڪڙو شهري سيٽون به حاصل ڪيون هيون جيڪي سنڌن غلط ۽ ناقص پاليسيءَ سبب برقرار رهي نه سگهيون. نه ته سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڄ به 75 سيڪڙو اڪثريتي ميمبر سنڌي چونڊجي اچن ٿا.

ٻيو ته جيستائين ملڪي آدمشماريءَ يا ڳڻپ جو مسئلو آهي ته سنڌ ۽ سنڌي آباديءَ سان 1951ع واري پهرين آدمشماريءَ کان وٺي ناانصافي ۽ حق تلفي ٿيندي پئي رهي آهي. سنڌ جي پنجن وسيع علائقن جي ڪڏهن به ايمانداريءَ سان افرادي ڳڻپ ناهي ٿي، جنهن ۾ ٿر، ڪاڇو، ڪڇو، ڪوهستان ۽ ريگستان وڏا مثال آهن. جتي ڏيڍ ڪروڙ کان به مٿي آباد رهائش پذير آهي. چو ته اتي ڪوبه سرڪاري ڪامورو ڳڻپ لاءِ وڃڻ لاءِ تيار ئي ناهي ٿيندو. جيئن ته انهن علائقن جي 10 سيڪڙو ماڻهن کي به آدمشماريءَ ۾ شامل نٿو ڪيو وڃي تنهنڪري هاڻوڪي آدمشماري سنڌي ماڻهن جي لاءِ سجاڳيءَ واري ۽ شعور واري آدمشماريءَ آهي. جنهن لاءِ اردو ڳالهائيندڙ ڏر خوامخواهه واويلا ۽ لڙبازي شروع ڪري ڏني آهي. تازو سنڌن هڪ اخبار (قومي اخبار) هڪ تمام وڏو ڊز ۽ نسورو ڪوڙ ڇپيندي لکيو آهي ته "ڪراچيءَ جي آباد اڍائي ڪروڙ تي پڄڪي آهي". ڪراچي دنيا جي تمام وڏن شهرن ۾ يارهون نمبر شهر ليکيو وڃي ٿو. اهو به هتي جي خوشفهمي رکندڙن جي نظر ۾ ۽ دنيا جي وڏن شهرن ۾ پئرس، ٽوڪيو، لنڊن، ماسڪو،

ممبئي، جڪارتا، پيڪنگ، وغيره آهن. جن جي آبادي 80 لکن جي لڳ ڀڳ مس ٿيندي. باقي اردو اخبارون جيڪڏهن ڪنهن تيليءَ کي توٽي ۽ توٽيءَ کي ٿنڀ ڪري لکن ته ان ۾ سچائي ڳولڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي، سياڻي جيڪڏهن ڪا اردو اخبار لکي ته ڪراچيءَ جي الڪرم اسڪوائر جي 80 چورس والن واري ماپ جي فليٽ ۾ ڏيڍ لک ماڻهو رهن ٿا ته به سنڌي ماڻهن کي اعبار ڪرڻو پوندو ڇو ته اهي ڪوڙ به سچائيءَ سان ڳالهائڻ جا ماهر هوندا آهن، يا ان ڪوڙ کي گوڙ گهمسان، هلڙبازي ڪرائي مڃائڻ جا عادي آهن. رستا روڪ ۽ ڦيٿا روڪ ڪري پنهنجو ڪوڙ به مڃائي سگهن ٿا. تنهنڪري اهڙن ماڻهن تي ڪابه ميار ناهي. جيئن تڪبير رسالو جيڪو پنج ئي وقتي نماز پڙهندڙ، روزا رکندڙ، حج جي سعادت حاصل ڪندڙ ديندار ملن جو رسالو آهي، پر سنڌ ۽ سنڌين بابت نسورو ڪوڙ ۽ ڪچ ڇاپيندا آهن، اردو وري ڪتابت جي انداز ۾ ڪوڙا ۽ هٿرادو پمفليٽ ناهي جيئي سنڌ وارن جي نالي نوڪي ڇڏيندا آهن. پر ان عين اسلامي ملن کي ڪير سمجهائي ته ڀيلي ڪر خدا جو خوف ڪريو. اردو اخبارن جو مشغلو ئي اهو آهي ته سنڌي ماڻهن کي چور، ڏاڙيل، خوني، ڪافر، ملحد، ملڪ دشمن ۽ علحدگي پسند ڪوٺيندا لکندا ۽ ڇپيندا رهن. ان مان کين نفساتي طور روحاني راحت حاصل ٿيندي آهي. سنڌي اخبارون وري نيم بي هوش صحافين جي عاشقيءَ واري مشغلي جي حوالي هونديون آهن، مون ڪڏهن به اردو اخبارن جي ڪوڙن ۽ ڊزن جو مدلل جواب ڪنهن سنڌي اخبار ۾ ناهي پڙهيو. شايد تنهنڪري ئي اردو ڳالهائيندڙن کي هر ڳالهه ڦٻي ٿي وڃي. تنهنڪري آدمشماريءَ بابت اسان به اردو ڳالهائيندڙن جي ان مطالبي جي حمايت ٿا ڪريون ته ڀلي آدمشماري فوج جي نگرانيءَ ۾ ڪرائي وڃي. ڇو ته اسان کي پڪ آهي ته ڏاريا ڏرتي واسين کان ڪنهن به صورت ۾ يڪ يا اڪثريت ۾ ناهن، ۽ نفسياتي طور هاڻي کين بي وطنيءَ جو احساس ايترو ته شديد ٿي چڪو آهي جو پنهنجو پاڻ کي اڪيلو ۽ وانڊو محسوس ڪري رهيا آهن، ۽ پنهنجو پاڻ کي نفسياتي طور مطمئن رکڻ جي آخري ڪوشش ڪري رهيا آهن، ڇو ته سنڌي هاڻي سجاڳ ۽ هوشيار ٿي چڪا آهن. سنڌي ياڳيا جاڳيا آهن، ۽ چور آساني سان چوري ڪري نٿا سگهن.

تيون ته اردودان اهو سوچن ٿا ته ڪراچيءَ جي آبادي تيزيءَ سان ايترو ته وڌي آهي جو هاڻي ڪراچيءَ جون سيٽون وڌايون وڃن. اسان کي ان تي به ڪو اعتراض ناهي ڇو ته جيترو تيزيءَ سان اردو ڳالهائيندڙن جي آبادي وڌي آهي ظاهر آهي ته اوترو تيزيءَ سان سنڌي ڳالهائيندڙن جي آباد به وڌي چڪي هوندي، ۽ پوءِ ته سنڌين جون سيٽون به وڌائيون پونديون. اهو ڪٿي جو انصاف آهي ته اردودان صحافين کي رڳو پنهنجي آبادي وڌندي نظر اچي ٿي باقي سموريون آباديون جڻ ڪو هٿرادو بند ٻڌي روڪرايون ويون هجن. پناهگير ذهنيت رکندڙ صحافين کي صاف ۽ سچو حقيقت پسند ٿي رهڻ کپي. اسان کي خبر آهي ته هندستان مان افغان جنگ شروع ٿيڻ کان هيل تائين لکين پناهگير دهشتگريءَ جي تربيت وٺي پاڪستان ۾ داخل ٿي چڪا آهن، انهن پنهنجا پاسپورٽ ويزائن سميت ساڙي هاڻي هتي جا شهري شناختي ڪارڊ ۽ پاسپورٽ ٺهرائي چڪا آهن، ۽ انهن کي ڪراچيءَ

جي پناهگيرن سموريون شهري سهولتيون فراهم ڪيون آهن، سڀ کان اڳ اهو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ اهي هتي جا قانوني شهري آهن يا غيرقانوني، هن وقت ڪراچيءَ ۾ ويهہ لک کن غيرقانوني طور آيل پناهگير آهن، جن کي جيڪڏهن ڪڍيو وڃي تہ، باقي سٺ لک ماڻهو ڪراچي شهر ۾ وڃي بچندا. جن مان ٽيهہ لک کن پنجابي ۽ پٺاڻ آهن جيڪي اصل پنهنجن صوبن جا رهواسي ۽ شهري پڻ آهن، مهاجر وڌ ۾ وڌ 18 لک کن مس ٿيندا. ان حساب سان اهي بہ قومي ۽ چار صوبائي سيٽون مس ٿا کٽي سگهن. باقي اسٽريٽ پاور ۽ ڪليڪشڪوف پاور جي ڪري جيڪڏهن "امن پسند" برادرين جهڙوڪ اسماعيلي، ميمڻ خواجہ، ڪاٺياواڙي، بوهري ۽ هاڻي بهاري وغيره کي ڌمڪائي ووٽ وٺندا تہ ظاهر آهي تہ وڌيڪ سيٽون تہ کٽندا. باقي قانوني طور اينٽري تعداد ۾ ناهن جيترو گوڙ ۽ گهمسان پيا ٿا ڪن ۽ ان جو فاعدو سياسي طريقن سان حاصل ٿا ڪن. اها پناهگيرن جي پراڻي ٽيڪنڪ آهي.

آخر ۾ لکيو اٿئون تہ "سنڌي مهاجر جهيڙن ۾ اندرون سنڌ مان لڏي آيل مهاجرن لاءِ هائوسنگ سوسائٽيون قائم ڪيون وڃن". سو شهرن ۾ سنڌين جي ملڪيتن تي قبضا ڪيا ويا. پڳڙن مٺ تي سنڌين کان گهر حاصل ڪيا ويا ۽ پنهنجا لکن ۾ سنڌين کي وڪڻي آيا. جو تہ سنڌي ماڻهو سنڌيءَ کي سهندو ناهي ۽ نڪو برداشت ڪندو آهي، پهرين ڳالهہ تہ اندرون سنڌ مان تمام گهٽ صرف يا چند سؤ مهاجر لڏي شهرن ۾ آيا 95 پنجانوي سيڪڙو تہ سنڌين سان اڄ بہ ميٺ محبت ۽ اڪير سان رهن ٿا. هي جيڪي لڏي آيا آهن انهن جون ملڪيتون سنڌي ماڻهن واڪ مٿان واک ڏني، ٽيڻ رقمن تي خريد ڪيون.

ٻي خبر:– حق پرست اخبار پنهنجي 22 جولاءِ 1993ع واري اشاعت ۾مين هيڊنگ سان هڪ خبر ڇپي جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ "مهاجر 41 سيڪڙو سنڌ جا جائز ۽ قانوني وارث آهن!"

خبر ۾ تفصيل ڪجهہ هن ريت ڏنل آهي "مهاجر قطعي طور بي زمين ناهن اهي هن ڌرتيءَ جا قانوني ۽ جائز وارث آهن، اهي هن زمين جا پٽ آهن سنڌي ۽ مهاجر هڪبئي جي حقن کي تسليم ڪري ئي سنڌ کي متحد رکي سگهن ٿا. 1947ع کان پوءِ سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ مهاجر قدرتي وسيلن تي بہ چاليهہ سيڪڙو حق رکن ٿا. ليڪن سکر بئراج، گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جي ڪروڙين ايڪڙ زمين مان هڪ سيڪڙو بہ مهاجرن وٽ ناهي، ۽ "مهاجرن کي ڪراچي حيدرآباد، سکر ۽ ٻيا شهر وغيره ڪين پنهنجا اباڻا شهر بمبئي، مدراس، دهلي، لکنئو، آگرو، مٿسرا ۽ اندور وغيره جي بدلي ۾ مليا آهن. جيڪي لڏپلاڻ واري قانوني حق تحت مليا آهن.

ڇا مان "حق پرست" اخبار جي انتظاميہ جي معرفت عام مهاجرن دوستن کان اهو پڇڻ جو حق رکان ٿو تہ ڇا ههڙي قسم جون خبرون ڇپڻ کان پوءِ "سنڌي - مهاجرن" وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪو ڀائيچارو ۽ اتحاد پيدا ٿي سگهي ٿو. ڇا

اها سنڌين جي ڏنل قربانيءَ جوَ مذاق اڏائڻ برابر ناهي ته مهاجرن کي ڪراچي ٻمبئي
ڇڏڻ جي عيوضي ۾ ملي آهي ۽ حيدرآباد مدراس ڇڏڻ جي ڪري سکر، دهلي جي
بدلي ۽ ميرپورخاص لکنئو جي عيوضيءَ ۾ مليو آهي. ڪوبه باشعور ماڻهو انهن
من گهڙت دليلن کي تسليم ڪري سگهي ٿو؟؟ ڇا اهڙي قسم جي واڻڪي دليل
بازي وڻڻ جي برابر ناهي. اردو ڳالهائيندڙن کي اهو ذهن ۾ رکڻ کپي ته اهي سنڌ
ڌرتيءَ تي مهمان آهن. مهمانن جي وات مان اهڙيون ڳالهيون نٿيون سونهن. سنڌ
جي تاريخ شاهد آهي ته اردو ڳالهائيندڙن مٿي ڄاڻايل هندستاني شهرن ۾ ڪابه
ملڪيت يا پراپرٽي ڪونه ڇڏي آيا هئا، جن کي پنهنجا گهر گهاٽ هئا اهي اڄ به
اتي ئي موجود آهن. رڳو انهن گهرن جا وڏيل ياتي ۽ نڪما ماڻهو هتي لڏي آيا، ۽
جيڪي اڄ اهو مطالبو ٿا ڪن ته 41 سيڪڙو سنڌ مٿان پناهگيرن جو جائز ۽
قانوني حق آهي جيڪڏهن هو سنڌ کي اسرائيل سمجهڻ لڳا آهن ته اها سندن ڀُل
۽ فاش غلطي آهي. اڄ جيڪڏهن سنڌي ماڻهن 41 سيڪڙو سنڌ مٿان پناهگيرن
جو حق تسليم ڪيو ته سياڻي ٿيهه سيڪڙو حق پنجابي ۽ پٺاڻ به ڇڪيندا. معنيٰ
ان جو مطلب اهو ٿيو ته سنڌ ۾ ڇڻ سنڌي موجود ئي ناهن. لطيف جي شعر وانگر
ته "مڙيا مڇ هزار هاٿي ياڳا ٿيندي سنڌڙي" وارو پهه سنڌ سان ڪڏهن به ٿيڻ نه
ڏيو. دنيا جي تاريخ هڪ ته فلسطينين جي ڌرتيءَ تي يهودين "اسرائيل" قائم ڪيو
۽ ٻيو پاڪستان ۾ اهڙو ئي مطالبو ٻاهران لڏي آيل. "پناهگير" ڪري رهيا آهن.
اردو ڳالهائيندڙ صحافين کي کپي ته سڀ کان پهرين ان ڳالهه جي يقين دهاني ڪن
ته ڇا هن وقت سنڌين کي سنڌ جي وسلين تي 10 سيڪڙو به ڪو قانوني ۽ جائز
حق حاصل آهي يا نه........؟؟ جڏهن سنڌ جا سمورا قدرتي وسيلا، معدني
وسيلا جهڙوڪ قيمتي پٿر ڪوئلو وغيره يا تيل ۽ گئس مان سنڌي ماڻهن کي ڇا ٿو
ملي جو پناهگير سنڌين کان اهڙي قسم جي گهر ڪري رهيا آهن. رهيو سوال ته
سنڌين کي صرف ۽ صرف ڪوٽا سسٽم تحت 5 سيڪڙو ڪن نوڪريون مليون آهن
پر 95 سيڪڙو نوڪريون صوبائي توڙي وفاقي اڄ به ٻاهران آيل ڌارين وٽ آهن يا
اهي ڪوڙا ڊوميسائيل، پي.آر.سي، شناختي ڪاوڊ وغيره ٺهرائي ولي ٿا وڃن.
ڏکن تي هلڻ يا غلط انگ اکر بيان ڪرڻ اخلاقي ڏوهه آهي. جيڪو اردو
ڳالهائيندڙ صحافي فخر سان ڪن ٿا. تنهنڪري جيڪڏهن سنڌين ۽ مهاجرن جي
دلين ۾ پيار محبت ۽ ڀائپي جا جذبا پيدا ڪري نٿا سگهن ته پوءِ ڪين انهن وچ ۾
نفرت ۽ هڪٻئي خلاف ڌڪار جا جذبا پيدا ڪرڻ کان پرهيز ڪرڻ کپي.

۴۰

# ورهاڱي بعد لڏي آيل ڪير آهن؟

## مهاجر يا پناهگير
## هڪ تاريخي بحث

اڄ ڪلهه سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو تاريخ جي هڪ خوني دور مان گذري رهيا آهن، سنڌي ماڻهو پنهنجي وطن "سنڌ" ۾ بي وطن بڻايا پيا وڃن. تاريخ شاهد آهي ته ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ کي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ فتح ڪيو هو، ۽ باقاعده هڪ جنگ ذريعي سنڌ تڏهن فتح ٿي، جڏهن انگريزن جو خونخوار توپن جي نڪاون ۾ شهيد سنڌ جنرل هوش محمد شيديءَ جو آخري نعرو "مرسون مرسون سنڌ نه ڏيسون" ميدان جنگ ۾ تڏو پئجي ويو، تارخ جي فيصلي مطابق سنڌ ملڪ کي جهڙي آزاد حيثيت سان فتح ڪيو ويو هو تهڙي ئي آزاد حيثيت ۾ ڇڏڻو هو، پر ائين نه ٿيو، سنڌ کي غلاميءَ جي رنگيل ۽ پراڻين زنجيرن مان ڪڍي نين زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو ۽ سنڌي ماڻهن کي چرڪنيو بڏي دنيا جي چونڊ شڪاري قومن آڏو استحصال ۽ ڦرلٽ لاءِ اڇليو ويو ۽ برصغير اندر هٿرادو گهڙيل "ٻه قومي نظرئي" جي بنياد تي سنڌ کي هڪ غير فطري جاگرافيائي پنجوڙ عرف "اسلامي مملڪت" جو حصو بڻايو ويو، جنهن جي وجود کان پوءِ هڪ غير قانوني ۽ غير فطري لڏپلاڻ سروع ٿي وئي، جنهن جي هڪ مخصوص لابي طرفان اڳواٽ منصوبه بندي ٿيل هئي، ۽ ان جو محرڪ لياقت علي خان هو، اها لڏپلاڻ هندستان جي انهن علائقن مان ٿي جتي مسلمان ٿورائيءَ ۾ هئا ۽ انهيءَ پناهه جي تلاش جي آڙ ۾ مسلم اڪثريتي علائقن ۾ اچي پهتا، حقيقت ۾ ته ان عمل جو اڳواٽ ڪو به منصوبو ۽ رٿا ڪو نه هئي ته ڌاريا اوچتو اچي سنڌ مٿان ڪڙڪندا، ۽ سنڌين جي سمورن متحرڪ ۽ غير متحرڪ جائداد تي قابض ٿي ويندا يا بغير ڪنهن اڳواٽ اعلان جنگ جي سنڌ ملڪ ۽ سنڌي ماڻهن کي فتح ڪيو ويندو ۽ انهن جي وسلين تي قبضو ڪيو ويندو.

ان لڏپلاڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ هڪ نئين لفظ "مهاجر" جنم ورتو، هندستان اندر انهن جي قوميت ڪهڙي هئي، اهي ڇا هئا؟ انهن جا ڏاڏا پڙ ڏاڏا ڪهڙي قوميت ۽ ڪهڙي وطن سان سڃاتا ويندا هئا، اهي پنهنجي اڳوڻي سڃاڻپ جا سمورا دستاويز هندستان ۾ ڇڏي، هنن پنهنجي مفادن واري هجرت کي "رسول پاڪ صلعم" جن جي تارخي هجرت واري عمل سان ڳنڍي ڇڏيو، هاڻي اچو ته تاريخي حوالن سان غور ڪري ڏسون ته ڪليمن ذريعي سنڌ تي قبضو ڪندڙ ناهگير، "مهاجر آهن يا پناهگير."

## هجرت جي تاريخ

پناهگير قيادت وٽ "هجرت" جو ڪو به واضح يا مڪمل تصور موجود ناهي، تنهن ڪري ئي هنن پاڻ کي مهاجر سڏايو آهي چند پناهگيرن جي موجوده جماعت "ايم ڪيو ايم" جيڪا "مهاجر لفظ" جي جديد وصف بيان ڪئي آهي، انهن مطابق مهاجر اُهي آهن.

* جن هندستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ هندستان جي انهن صوبن مان لڏپلاڻ ڪئي جتي مسلمان ٿورائيءَ ۾ هئا.

* جن اوڀر پنجاب جي اهڙن ۽ انهن علائقن مان لڏپلاڻ ڪئي جن جي زبان ۽ ثقافت، پنجاب جي زبان ۽ ثقافت کان مختلف هئي، مثال طور: اوڀر پنجاب مان سنڌ ڏانهن ايندڙ پين ماڻهن جي زبان اردو يا پنجابي زبان کان مختلف ۽ مٽيل هئي، انهن کي به مهاجر چيو ويو.

* جن جو شمار يا ڳاڻيٽو پاڪستان ۾ اڳ ئي شامل ڪنهن به صوبي يا قوميت جي حوالي سان نٿو ڪيو وڃي، يعني اهي نه پنجابي آهن، نه بلوچ، نه سنڌي يا پختون آهن.

ايم ڪيو ايم جي مرڪزي سيڪريٽري جنرل ڊاڪٽر عمران فاروق پڻ پنهنجي هڪ پبلسٽي مضمون قرار داد مقصد (Charter of Resolution) "مهاجر قوميت ڪيا چاهتي هي"، جي تمهيد صفحه (۲) ۾ لکيو اهي ته هندستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ ننڍي کنڊ جي مسلم ٿورائيءَ وارن صوبن مان لڏپلاڻ ڪري پاڪستان ۾ اچي آباد ٿيندڙ ماڻهو پنهنجي نمايان خاصيت جي ڪري پنهنجي هڪ جدا سڃاڻ رکن ٿا، ان ئي سڃاڻ جي ڪري ۽ مستقل طور هتي رهڻ جي ڪري. انهن کي مهاجر ڪوٺيو ۽ سمجهيو وڃي ٿو، (ڪتابچو "مهاجر قوميت ۽ زمين" ڊاڪٽر عمران فاروق شعبہ نشرواشاعت، "ايم ڪيو ايم صفحو (۵) هن ڪتاب ۾ آيل چند غير سائنسي ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون، جن جو نه منهن آهي نه پيچڙي!)

الف – جيڪو لفظ جنهن شئي لاءِ عوام جي اڪثريت استعمال ڪندي آهي، اهو ان جو نالو ۽ سڃاڻ بنجي پوندو اهي (ب) اسان جي مثبت اصطلاح ۾ مهاجر نمائندو صرف اهو ٿي سگهي ٿو جيڪو مهاجر قوميت يا تشخص جي تصور کي پنهنجو ڪري، اجتماعي مهاجر مفادن لاءِ ڪم ڪري، ڪنهن اهڙي جماعت جو ميمبر نه هجي، جنهن جي پروگرام يا منشور ۾ مهاجر حقن جو عزم شامل نه هجي، اهي شرط پورا نه ڪندڙ "شو بواءِ" مفاد پرست ۽ ڪنهن جو الاڪار ته ٿي سگهي ٿو، پر مهاجر نمائندو نه......! (پ) هڪ ئي نالو ڪئي صفت لاءِ ته ڪٿي سڃاڻپ لاءِ استعمال ٿي سگهي ٿو، جڏهن ڪو لفظ نالي يا

سڃاڻپ لاءِ استعمال ٿئي ٿو، تڏهن ان جي لغوي معنيٰ تبديل ٿي وڃي ٿي، مثال طور: جيڪڏهن ڪنهن شخص جو نالو انعام آهي ته ان جو هرگز اهو مطلب ٿي نه ٿو سگهي ته ڪيس ڪو انعام مليو هجي يا اوهان ڪنهن رحيم نالي واري ماڻهو کي ان ڪري نه مڃيو جو اهو بي رحم آهي، تنهن ڪري مهاجر لفظ تي اعتراض ڪندڙ چت آهن، اهو لفظ اڳ صفت هو ۽ هاڻي سڃاڻپ آهي (پ) جيڪي ماڻهو چون ٿا ته ڌرتيءَ کان سواءِ قوميت ناهي ٿيندي انهن کان پڇڻ چاهيندس ته اهي پنهنجي ڌرتيءَ جو الاٽمينٽ آرڊر ته ڏيکارين (ت) ڌرتي ڪنهن قوم جي ازلي جاگير ناهي هوندي، اڄ جيڪي پاڻ کي سنڌ جو وارث ۽ مالڪ چون ٿا سي پاڻ ڪلهه ڪنهن ٻئي هنڌان آيل آهن، اڄ سنڌ ۾ قديم ترين نسل دراوڙ ٿورائي ۾ ٿي ويا آهن.

هن مضمون ۾ انتهائي غيرسائنسي ۽ بي تڪيون ڳالهيون ڪيون ويون آهن، جيڪي سياسي ماڻهن جي سمجهه کان مٿي آهن "مهاجر قوميت" بابت اهڙا ته غير سائنسي ۽ غيرسياسي دليل ڏنا ويا آهن، جن جو علمي، نظرياتي ۽ سياسي فڪر جي ڪتابن ۾ ڪو ٿي مثال نٿو ملي، سندن دليلن مان ائين ٿو لڳي ته چڻ هڪ ناڪام ڪوشش ذريعي بي پاڙيءَ کي پاڙ هڻڻ جي دعويٰ ڪئي وئي هجي، جيڪا اڻ ٿيڻي آهي، زمين کان سواءِ قومون اٿيس ... ـون آهن، جيئن پاڻيءَ کان بغير مڇيءَ، دربدر، آواره ۽ جلاوطن ماڻهن جي ڪا ... سڃاڻ ... ناهي ٿيندي، اهي قومون بدنصيب هونديون آهن، جيڪي ڌرتيءَ کان بغير زنده هئڻ جي دعويٰ ۾ دليل ڏينديون آهن، ڪوڙي ۽ فضول لفاظيءَ سان ڪڏهن به ڪنهن قوم کي قومي سهارو يا ڌرتيءَ جي ڇانو نصيب ٿي نٿي سگهي.

## مهاجر - اصل حقيقت

"مهاجر لفظ" جي اصليت ان عظيم تاريخي واقعي سان ڳنڍيل آهي، جڏهن مڪي جي ڪافرن رسول پاڪ کي تنگ ڪيو ۽ رسول خدا مڪي کي خالي ڪري مديني ڏانهن هجرت ڪئي ۽ ان هجرت کان پوءِ هجري سال جي شروعات ٿي.

انهن ماڻهن کي مهاجر چيو ويو جن رسول ڪريم سان گڏجي هجرت ڪئي ۽ جن کين مديني ۾ آڌر ڀاءُ ڪيو تن کي "انصار" چيو ويو ۽ ان عظيم واقعي کي بنياد بڻائي هندستان کان پڃي آيل پناهگير فخر سان پاڻ کي "سنت رسول" تي سچو رهڻ جي هٺ ۽ وڏائي ۾ وڪوڙجي ويا آهن ۽ پاڻ کي رسول خدا جي نقش قدم تي هلندڙ ٿا محسوس ڪن ۽ فخر سان چون ٿا ته اسان رسول پاڪ جي روايت کي هن صديءَ ۾ زندهه ڪيو آهي. جڏهن ته حقيقت هيءَ آهي ته "مڪي کان مديني ڏانهن ڪيل هجرت اسلامي انقلاب کي

بچائڻ لاءِ هئي ۽ هندستان کان پاڪستان ڏانهن ڪيل لڏپلاڻ خالص ذاتي مفادن حاصل ڪرڻ خاطر هئي، جنهن جا واضح ثبوت موجود آهن ڇو ته ڳڏيل هندستان تي صدين تائين مسلمانن حڪومت ڪئي هئي ۽ تاريخ شاهد آهي ته ثورائي ۾ هوندي به مسلمانن ڳڏيل هندستان تي ٽين صدين تائين حڪومت هلائي تنهن ڪري ان سڄي هندستان تي اقتدار قائم ڪرڻ بجاءِ "پاڪستان" جي نالي ۾ هڪ ننڍڙو ڌرتيءَ جو ٽڪرو حاصل ڪرڻ مسلمانن جي وڏي ۽ عظيم غلطي هئي ۽ انهيءَ غلطي جا وڏي ۾ وڏا ذميدار اهي ساڳيا "پناهگير" هئا جن جو لياقت علي خان جي معرفت محمد علي جناح تي مڪمل سياسي غلبو ۽ نفسياتي دٻاءُ هو اتان ئي هن وڏي ۽ گهري سازش جي ابتدا ٿي جنهن "پاڪستان" جي روپ ۾ هڪ وڏي تاريخي حادثي کي جنم ڏنو.

ڳڏيل هندستان جي مسلمان اڳواڻن جهڙوڪ ابوالڪلام آزاد وغيره جو نظريو اهو هو ته ڳڏيل هندستان ۾ اسلامي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ عملي جدوجهد ڪنجي، پر انگريزن اوچتو ئي پاڪستان قائم ڪرڻ جو ارادو ڪري جناح صاحب کي ان کان باخبر ڪيو ۽ هن جڏهن انگريزن جا ان سلسلي ۾ ارادا نيڪ ڏٺا تڏهن ان به مطالبو ڪيو ته مسللمانن کي الڳ وطن گهرجي.

باقي لڏپلاڻ واري هن عمل کي "پناهگيريت" ته چئي سگهجي ٿو پر مهاجريت نه...! ڇو ته هن عمل ۾ اهي ماڻهو هتي آيا، جيڪي ڦڏئي، فسادي، وڳوڙي، بکيا، ڏکيا ۽ ڏتڙيل هئا، جيڪي آسودا ۽ امير هئا يا مانيءَ مڃي وارا ۽ خوش لباس هئا، انهن پنهنجي ڌرتي نه ڇڏي، ابن ڏاڏن جي قبرن کي اڪيلو نه ڇڏيو، پنهنجي تاريخ، ثقافت ۽ روايتي زندگيءَ تان دستبردار نه ٿيا، انهن دنيا ڪارڻ دين ۽ ديس نه ڇڏيو پر جن جو واسطو صرف ۽ صرف دنيا سان هو، انهن دين به ڇڏيو ته ديس به ڇڏي آيا. جيڪڏهن هي عمل هجرت سان واسطو رکندڙ هجي ها ته پوءِ اڄ هندستان ۾ ڪو به مسلمان نه هجي ها، سڀئي لڏي اچي هتي پناهه وٺن ها، پر اڄ به اڪثريت مسلمانن جي هندستان ۾ رهي ٿي، جن ۾ وڏ ۾ وڏ اهي آهن، جيڪي اتي ته پاڻ کي فخر سان هندستاني ٿا چورائين پر هتي سنڌ ۾ "مهاجر" ٿا سڏرائين جن جو ابو ڏاڏو "هندستاني" هجي انهن جو اولاد "مهاجر" هجي اها ته هڪ عجيب تاريخي روايت آهي، پر سڀ کان وڏي حقيقت هيءَ آهي ته انهن جي نه هندستان ۾ به ڪائي "مخصوص قوميت" ناهي.

## هندستان مان لڏپلاڻ - مفاد يا سنڌ خاطر؟

هندستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ جيڪا لڏپلاڻ ٿي ڇا ان کي هجرت جو نالو

ڏئي سگهجي ٿو؟ اهو هن دور جي وقت ۽ حالتن مطابق هڪ تمام وڏو غور ۽ ويچار طلب سوال آهي. ان لڏپلاڻ کي پناهگيرن طبقو هجرت جو نالو ڏئي ٿو ۽ پنهنجي عمل کي "سنت نبوي" واري عمل جو ورجاءُ سمجهي ٿو ۽ اهو محسوس ٿا ڪن ته انهن رسول جي سنت تي عمل ڪيو آهي جڏهن ته پناهگيرن جي لڏپلاڻ ۽ رسول جي هجرت ۾ زمين آسمان جو فرق آهي پناهگيرن جو هندستان ۾ لڏي هتي اچي آباد ٿيڻ واري عمل ۾ سندن ذاتي مفاد شامل هو، ۽ سندن مقصد جي شاهوڪار شهرن تي ناجائز قبضو ڪرڻ هو، جڏهن ته رسول پاڪ جي هجرت هر ڪنهن مفاد کان خالي هئي، جنهن جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا.

١- رسول ڪريم جن جڏهين مڪي کان مديني هجرت ڪئي ۽ جنهن ڏينهن پاڻ ڪريم جن مديني پهتا ان ڏينهن کان ئي پاڻ کي مهاجر بجاءِ "مدني" سڏائڻ شروع ڪيو، جڏهن ته مڪي ۾ رهڻ دوران پاڻ کي "مڪي" چورائيندا هئا. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته رسول پاڪ جن ان چوڻي تي عمل پيرا ٿي زندگي گذاريندا هئا ته "جهڙو ديس تهڙو ويس" رسول ڪريم جن چاهين ها ته پاڻ کي "مهاجر سڏائين ها يا وري پاڻ کي "مڪي" ئي سڏائين ها پر پاڻ ڪريم جن ائين نه ڪيو، پر هي پناهگير ٽولو جيڪو پاڻ کي رسول ڪريم جو پيروي ڪندڙ سمجهي ٿو، چاليهن سالن کان پوءِ به "سنڌي" سڏائيندي شرم محسوس ٿا ڪن ۽ اڄان تائين به پاڻ کي "مهاجر" ٿا چوائين جيڪو عمل سنت رسول جي منافي ۽ ابتڙ آهي

٢- رسول پاڪ جن مڪي کان مديني هجرت ڪرڻ کان يڪدم پوءِ اعلان ڪيو هو ته اسان مديني وارن وٽ تيستائين مهمان آهيون جيستائين مڪو فتح نٿو ٿئي ۽ جنهن ڏينهن مڪو فتح ٿيو تنهن ڏينهن اسان واپس ٿينداسين، هاڻي اسان به هنن پناهگيرن کان اهو پڇڻ چاهيون ٿا ته ڇا اهي به سنڌ ۾ تيستائين مهمان آهن، جيستائين هندستان فتح ٿئي؟ جو ته هجرت جي سچائيءَ ۾ اها ڳالهه به شامل آهي ته هجرت ڪندڙ ڪنهن به ٻئي جي ڌرتي، تي لڏو لاهي ۽ قبضو ڪري هميشه لاءِ ويهي نه رهندا پر جڏهن سندس ڌرتيءَ ۽ اصل وطن تان ڏک جا ڪارا ڪڪر ٽري ويندا آهن تڏهن هو به پنهنجي ڌرتيءَ ۽ گهرن گهاٽن ڏانهن موٽ ڪائيندا آهن، جيئن مثال طور "افغان مهاجرين،" آهن، جيڪي چون ٿا ته واپس افغانستان ويندا سين، هتي تيسين مهمان آهيون، جيسين افغانستان ۾ جنگ جاري آهي، هڪ ٿي (ساڳي) ٻولي ڳالهائيندڙ پختون به ڪين پنهنجو پاڻ ٿا چون ۽ انهن کي واپس موڪلڻ جو مطالبو ڪري رهيا آهن، جيئن رسول پاڪ جن مڪو فتح ڪرڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن به وڌيڪ مديني ۾ نه رهيا، پر هي چاليهن سالن

گذرڻ کان پوءِ بہ سنڌ ۾ رهي رهيا آهن ۽ هاڻي تہ واضح طور چون ٿا تہ "اسان پنهنجا اهي ٻيڙا ساڙي چڪا آهيون، جن تي چڙهي هتي سنڌ ۾ آيا هئاسون ۽ هينئر اسان جو مرڻ ۽ جيئڻ سنڌ سان آهي." اهڙي سوچ رکڻ کان پوءِ بہ پاڻ کي "مهاجر" چوندا ٿا رهن.

٢-رسول ڪريم جن مديني هجرت ڪرڻ کان پوءِ اتان جي ڪا بہ شئي "ڪيلم" ۾ نہ ورتي هئي، پر هندستاني پناهگيرن هجرت جي آڙ ۾ سڄي سنڌ تي ڪليمن ذريعي قبضو ڪيو. ايتري قدر جو هڪ اردو صحافي "محمد علي خالد زمين اخبار جي ايڊيٽر" پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو تہ "پاڪسان جي تخليق کان پوءِ نئين ملڪ جي استحڪام لاءِ سوچ ويچار ڪرڻ بجاءِ ڦرلٽ جي بازار گرم ڪئي وئي، "ڪيلم" ضمير وانگر خريد ڪيا ويا ۽ وڪيا ويا ۽ مقامي آبادي تڪيندي رهجي وئي." سنڌين جي شهرن، روزگار جي وسيلن، زرعي زمينن، جاين جڳهن مطلب تہ هر قسم جي مال ملڪيت تي ڪليم ذريعي قبضو ڪيو ويو، جيڪو عمل پڻ هجرت جي اصولن جي خلاف هو ڇو تہ رسول پاڪ ۽ ساڻس گڏ هجرت ڪندڙن مديني واسين جي نہ تہ زمين تي ۽ نہ ئي روزگار جي وسيلن تي قبضو ڪيو پر سندن هجرت عارضي هئي، جڏهن تہ هندساني پناهگيرن جي هجرت مستقل ۽ دائمي آهي، رسول ڪريم جن مڪي جي هڪ انچ تي بہ قبضو نہ ڄمايو پر هي پناهگير سڄي سنڌ تي قبضو ڄمائڻ جي سازش ۾ مصروف آهن.

۴-اها ڳالهہ عالم آشڪار آهي تہ هندستاني پناهگيرن پاڪستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي هئي، نڪو سنڌ ڏانهن، تنهن ڪري ٺيڪ تہ اڻين ڪپندو هو تہ ڪين ملڪ جي سڀني صوبن ۾ حصي رسيءَ سان ورهائي رهايو وڃي ها پر جڏهن سندن ٽولا هندستاني سرحد ڪراس ڪري لاهور جي اسٽيشن تي پهتا تہ پنجابين کين بندوق جي زور تي لهڻ نہ ڏنو ۽ کين چيو "جيڪو توهان پاڪستان ناهيو آهي اهو اڳيا اڳتي سمنڊ جي پرسان آهي ۽ اوڏانهن ڪوچ ڪيو" ۽ انهن پناهگيرن اچي هتي سنڌ ۾ ساهہ پٽيو، نتيجو اهو نڪتو جو اڄ سنڌي ماٺهو چوڏاري گهيري ۾ آهن. سنڌ ئي اڪيلو ملڪ آهي جتي "پنجين قوميت" جو نعرو هنيو ٿو وڃي ۽ سنڌ ئي آهي، جتي پنجابي، پشتون، قوميتن جي اتحاد ۽ حقن جي ڳالهہ ڪئي ٿي وڃي ۽ نعرو بلند ڪيو پيو وڃي، تہ پنجابي ۽ پشتونن کي بہ سنڌ ۾ شهرت جا حق ڏيو. پناهگير آيا تہ پاڪستان لاءِ هئا پر سندن قوميت وارو نعرو رڳو سنڌ ۾ پيو لڳي، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڏارئي يا مهاجر ازم جو نعرو نٿو لڳي ۽ نڪوئي پنجاب ۽ ٻين صوبن تي برابري ۽ هڪ جهڙائيءَ جي حق جي دعوي ڪئي ٿي وڃي، پر سڄو زور سنڌ تي آهي، پنجين قوميت جو مطالبو بہ سنڌ ۾ ٿي رهيو

آهي ۽ ان بنياد تي سنڌ کي مختلف حصن ۾ ورهائڻ جي سازش سٽي پئي وڃي ۽ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ پناهگير پنهنجي ڪنهن به حصيداريءَ جي دعويٰ نٿا ڪن، جيڪڏهن حصو ونڊو آهي ته رڳو سنڌ ئي ته پاڪستان ناهي.؟ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان به ته پاڪستان ۾ آهن، مهاجر اتي وڃي ڇو نه ٿا حصي جي گهُر ڪن. ڇا هنن ورهاڱي وقت قربانيون رڳو سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڏنيون هيون ڇا؟

۵- هن وقت دنيا ۾ ڪا به اهڙي قوم موجود ناهي، جنهن جي عمر چاليهه سال هجي، حالانڪ ته هن صديءَ ۾ ڪيترن ئي ملڪن مان سياسي سببن جي ڪري ڪيترن ئي گروهن يا ٽولن جي لڏپلاڻ ٿي آهي، پر ڪنهن به جلاوطن ٿيل گروهه جتي پناهه ورتي آهي، اتي پنهنجي الڳ قوميت جو نعرو ناهي هنيو ۽ نه ئي ڪو اهڙو مطالبو ڪيو آهي، جڏهن ته بهار صوبي مان بنگال جي ڌرتيءَ تي قبضو ڪندڙ بهارين به اتي الڳ قوميت جو نعرو نه هنيو ۽ اهي بهار مان لڏي جڏهن بنگال پهتا ته پنهنجي ڌرتيءَ يعني "بهار" جي ناتي سان بهاري بڻجي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي ۽ وڏو تاريخي سانحو آهي، جو اڄ سنڌ تي قابض بي وطن انهن بهارين کي "محصورين پاڪستان" جو نالو ڏئي هيڏانهن گهرائڻ ٿا چاهين، جيڪا وڏي تاريخي غلطي ٿيندي، تاريخ شاهد آهي ته قومون هزارين سالن جي تاريخي عمل مان گذرڻ کان پوءِ ڪا حيثيت يا شڪل اختيار ڪنديون آهن، هن نندي ڪنڊ جي تاريخ ۾ قبيلا، پاڙا ۽ ذاتيون به هزارين سالن جي تاريخي عمل مان گذرڻ کانپوءِ وجود ۾ آيون آهن ۽ قوم ته تمام وڏي ڳالهه آهي.

٦- انساني تاريخ جو رخ ڪنهن هل هنگامي، ڪنهن مطالبي، ڪنهن جلسي جلوس يا بندوق جي ڪنهن گوليءَ ذريعي تبديل ناهي ٿي سگهندو. تاريخ، انسان جي عمل ذريعي تبديل ٿيندي آهي. شعور رکندڙ عام ماڻهو کي حيرت آهي ته پناهگير نسل جا اهي نوجوان جيڪي سنڌ ۾ پيدا ٿيا آهن اهي به پاڻ کي "مهاجر" ٿا چون. جڏهن ته انهن نه ڪڏهن هندستان ڏٺو آهي ۽ نه ئي اتان لڏپلاڻ ڪري هتي پهتا آهن، حيرت جي ڳالهه آهي ته ماءُ جي پيٽ مان سنڌ ڌرتيءَ تي اک کولي اهي به پنهنجو پاڻ کي "مهاجر" چئي بي وطن هئڻ جو اعلان ٿا ڪن، جڏهن ته هجرت جو عمل هڪ وطن کان ٻئي وطن ڏانهن ٿيندو آهي ۽ ماءُ جي پيٽ مان جنم کي هجرت ناهي چئبو. ڪيڏا نه بدنصيب ۽ بدقسمت آهن هي اردو ڳالهائيندڙ ماڻهو.

ان سڄي داستان مان ثابت ٿو ٿئي ته "هجرت" ان عمل کي چئبو آهي، جيڪو بغير ڪنهن لوڀ لالچ جي هجي، جنهن ۾ ڦرلٽ، استحصال، ڌڪي ۽ ناجائز قبضي جو تصور

موجود نہ هجي، رسول پاڪ جي هجرت وارو عمل ان تصور جي نہ رڳو عڪاسي ڪندڙ هو پر اهو هڪ عارضي عمل هو، جنهن ۾ واپس موٽي وڃڻ جو تصور پڻ موجود هو پر پناهگيريت واري تصور ۾ هميشہ سنڌ ۾ رهڻ، سنڌ ۾ مرڻ جيئڻ، سنڌ ۾ ڪائڻ پيئڻ ۽ ويهڻ جي دعوي تہ موجود آهي پر ٻئي طرف قرلت ۽ استحصال بہ سنڌين جا ٿا ڪن، قتل عام بہ سنڌين جو ٿا ڪن. "مهاجر قوميت" جو مطالبو بہ سنڌ ۾ ٿا ڪن، برابريءَ جي بنياد تي حق بہ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کان وٺڻ ٿا چاهين، روزگار ۽ وسيلا بہ سنڌ جا استعمال ٿا ڪن، قبضو بہ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي زمين، گهرن ملڪيتن تي ٿا ڪن، وهن بہ سنڌين سان ٿا. اهڙين وحشيانہ حرڪتن غنده گردي واري عمل، دهشتگرديءَ ۽ مفاد پرستي واري ڪردار کي "هجرت" جي مقدس نالي ۾ لڪائڻ ۽ ان جو ناجائز استعمال ڪرڻ نہ رڳو تاريخ سان ٺڳي ڪرڻ برابر آهي پر رسول پاڪ جي هجرت واري عمل کي بہ مشڪوڪ بڻائڻ برابر ڏوهہ آهي، تنهن ڪري هندستان مان لڏ آيل پاچوڪڙ ۽ خانہ بندش "مهاجر" نہ پر "پناهگير" آهن.

## پناهگير ۽ قومي سوال

جيئن ماءُ کانسواءِ ٻار بي سهارو لاوارث ۽ يتيم هوندو آهي، تيئن ڌرتيءَ کان سواءِ قومون بہ لاوارث، يتيم ۽ بي سهارا هونديون آهن. جيئن ڪو ماڻهو ماءُ سان بي وفائي ڪندو آهي ۽ نتيجي ۾ سدائين دربدر خاڪ بسر ٿي ويندو آهي، تهڙي ريت جيڪي قومون پنهنجي ڌرتيءَ ماءُ سان بي وفائي ۽ غداري ڪنديون آهن تہ انهن جو بہ حشر اهو ٿيندو آهي، جو ڪا بہ ڌرتي کين قبول ناهي ڪندي، پناهگير بہ هڪ اهڙي قوم جا فرد آهن، جن پنهنجي ڌرتيءَ سان عقيدت ۽ محبت رکڻ بجاءِ ان کي ڌڪاريو آهي۽ تاريخ شاهد آهي تہ اڄ انهن کي ڪا بہ ڌرتي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، هندستان کي ڇڏڻ کان پوءِ جيڪي پناهگير بهاريءَ جي روپ ۾ بنگال جي ڌرتيءَ تي وڃي پناهہ حاصل ڪئي ۽ ان ڌرتيءَ سان سچا ٿي نہ سگهيا، اڄ تاريخ ۽ دنيا جي نظرن ۾ اهي دربدر آهن، بنگال جي ڌرتي سان غداري ڪرڻ جي عيوض کين "ڪئمپن ۽ لوڙهن" ۾ پناهہ وٺڻي پئي، هونئن بہ تاريخ جي فيصلي مطابق پناهگيرن جو ڪو بہ وطن ناهي هوندو، اهي جتي بہ رهندا اهن پناهگير ٿي رهندا آهن، خود پناهگير اڳواڻن بہ تاريخ جي ان فيصلي کي مڃيو آهي.

اسان سنڌي ماڻهن کي تہ سنڌين جي عظيم رهبر شاهہ لطيف سرڪار اهو سبق ڏنو تہ پنهنجو ساٿيهہ پلي سڃو ۽ ڪنڌن ڇانيل ڇو نہ هجي، پرائي پرڏيهہ کان سو ڀيرا سهڻو ۽ سٺو آهي.

سچو جي ساڻهه ته به ونيئان وترو،
گهوريو سو پرڏيهه توڙي قلن چانئيو.
(شاهه)

يا

ڪانڊ نه ڪنديس ڪو پيو ڪٽيرو ٿي خوب،
ميرو ٿي محبوب اسان مارن من ۾.

اسان سنڌي قبضي خور گروپ سان واسطو رکندڙ ناهيون، رکي سڪي به گهر جي پلي.

*** مهاجر قوميت ۽ زمين" ڊاڪٽر عمران فاروق لکي ٿو ته**

الف - مهاجرن کي هيءَ ڳالهه سمجهڻ کپي ته جيڪي ماڻهو پنهنجي پيرن هيٺان موجود ڌرتيءَ سان عقيدت ۽ محبت نٿا رکن انهن کي ڪا به ڌرتي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي ٿيندي ۽ اهي سدائين فٽ بال جيان هيڏي هوڏي تڏا رهندا آهن.

(ب) اهو فلسفو منطقي، غير عقلي ۽ جتپائيءَ تي ٻڌل آهي ته مسلمان جو ڪو به وطن ناهي ٿيندو ۽ خدا جي زمين جو هر حصو مسلمانن جو وطن هوندو آهي ۽ ان کي هنن "اسلامي اصول وطنيت" جو نالو ڏنو.

(ت) [illegible] اهي رعوامي جبلتي پنهنجي زمين سان محبت نٿا رکن ۽ ان کي ڇڏي ٿا ڏين، زمين [illegible] کي بدعا ڏيندي آهي. جوڪو مهاجر نسل به پنهنجي بزرگن کي ڌرتي پار ڪرڻ سبب پار ٻي جي سزا ڀوڳي رهيو اهي.

پناهگيرن کي پنهنجي اباڻي ڌرتي يعني "هندستان" کان جدائيءَ ۽ بيوفائي جي سزا ڏيندڙ سندن هڪ اهم ليڊر "نوابزاده لياقت علي خان" ٿئي ٿو ته سندن وڏا راضي خوشي دربدر ٿيا هئا. ڪين ڪنهن مجبور نه ڪيو هو، لياقت علي خان اهو ماڻهو هو جنهن سنڌين سان دشمني جو پهريون پٿر رکيو ۽ اردو ٻوليءَ کي سنڌ تي زوريءَ مڙهيو، ان سلسلي ۾ جڏهن سنڌ مسلم ليگ جو صدر سيد علي اڪبر شاهه (ميهڙ وارو) هڪ وفد سان ساڻس مليو ۽ کيس سنڌ جي هزارين ورهين جي ترقي يافته ڪلچر جي تحفظ لاءِ چيو ته لياقت علي خان ڌڪار وارن لفظن ۾ چيو ته "سنڌين جو ڪلچر ته گڏهن هڪلڻ ۽ اٺن ڪاهڻ وارو آهي، ان جي ڪهڙي حفاظت ڪري سگهجي ٿي، "لياقت علي خان جي ان ذهنيت سنڌ ۾ نفرتن جو ٻج ڇٽي، سنڌي- پناهگير ويڙهه جو بنياد رکيو.

ان سلسلي ۾ ورهاڱي ٿيڻ کان هڪدم پوءِ لياقت علي خان طرفان ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ جي سازش سٽي وئي، ان سازش ۾ پناهگير ذهنيت جو وڏو ڪردار هو

۽ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ خاطر سڀ کان پهرين هندستاني پناهگيرن هڪ سوچيل سمجهيل سازش هيٺ هٽراڊو نموني ڦڏا فساد ۽ وڳوڙ ڪرائي سنڌي هندن کي زوريءَ سنڌ ڇڏي وڃڻ ۽ خاص ڪري سنڌ جا وڏا شهر خالي ڪرڻ تي مجبور ڪيو، جنهن مان پناهگير ذهنيت جا هيٺيان مقصد هئا.

(۱) ڪراچيءَ کي الڳ ڪرڻ پٺيان هڪ گهري سازش ۽ خطرناڪ منصوبو لڪل هو، جنهن ذريعي ڪراچيءَ کي مهاجرستان بڻائي ان ۾ اردو ٻولي، اردو ثقافت، اردو تهذيب ۽ اردو ذهنيت کي تحفظ ڏيڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي هئي.

(۲) سنڌي هندن کي زوريءَ لڏائي انهن جي ڇڏيل مال ملڪيت، جائدادن ۽ عاليشان بنگلن تي قبضو ڪري انهن ۾ پناهگيرن کي رهايو ويو.

(۳) سنڌ جي هر شئي کي فاتحاڻه انداز ۾ مال غنيمت سمجهي قبضو ڄمايو ويو، سنڌ جي زمين، روزگار ۽ اقتدار تي ائين قبضو ڪيو ويو جيئن ڪو فاتح ٽولو، فتح ڪيل ملڪ تي قبضو ڪندو آهي ۽ تيهن سالن تائين سنڌين کي غلام سمجهي انهن سان آقائن وارو انداز ۽ ورتاءُ روا رکيو ويو.

(۴) ڪراچي، حيدرآباد، سکر، نوابشاهه، ميرپورخاص ۽ خيرپور ميرس جهڙن وڏن شهرن تي زوريءَ قبضو ڪري سنڌي هندن جي ڇڏيل بنگلن ۾ پناهگيرن کي رهايو ويو، ڇو ته زندگيءَ جون بنيادي سهولتون انهن وڏن شهرن ۾ ميسر هيون، اهڙي ريت سنڌين کي ٻهراڙيءَ جي غير ترقي يافته زندگي گهارڻ تي مجبور ڪيو ويو.

(۵) سنڌ جي تمام سٺين زمينن تي قبضو ڪري اهي به پناهگيرن جي حوالي ڪيون ويون ۽ سنڌ جا قديمي هاري جن پنهنجي آزاديءَ ڇوٽڪاري لاءِ انگريزن سان جنگ جوٽي اهي ساڳيو ئي بکيا ۽ ڏکيا رهجي ويا.

(٦) سنڌ جي شهرن ۾ وڏا وڏا پلاٽ به پناهگيرن کي الاٽ ڪيا ويا، جيڪي يا ته مفت ڏنا ويا يا وري ڪوڏين جي اگهه تي، انهن مان ڪيترا پلاٽ ته زوريءَ سنڌي ماڻهن کان کسيا ويا، انهن تي پناهگيرن کي لکين روپيا بئنڪن طرفان قرض ڏنا ويا، جن تي اهي اسٽيٽ ايجنسيون کولي ويهي رهيا ۽ رات جي پيٽ ۾ ڪروڙپتي بڻجي ويا.

(۷) ڪراچيءَ کي ملڪ جي گاديءَ جي هنڌ جو درجو ڏئي ان کي صنعتي ۽ تجارتي اسٽيٽ بڻايو ويو، جنهن ڪري پناهگير ٽولي اتي اچي ديرو ڄمايو ۽ ڪراچيءَ ۾ اصل رهندڙ سنڌي آبادي کي ٿورائيءَ ۾ تبديل ڪيو ويو، صنعت ۽ تجارت تي پناهگير ٽولو ڪي حاوي ويو.

(٨) لياقت علي خان هڪ ڳجهي منصوبي تحت پناهگير ٽولي کي سنڌ جي وڏن شهرن ۾ هڪ هنڌ گڏ رهائڻ جي پاليسي ٺاهي ڇو ته نه رڳو پناهگير ٽولو پر پناهگير ليڊر به هتي اجنبي ۽ اڻ واقف هئا ۽ سنڌن جا ڪي به مخصوص چونڊن جا تڪ موجود نه هئا ، تنهن ڪري انهن پنهنجا پنهنجا "انتخابي حلقا" قائم ڪرڻ لاءِ ڪين جاٽي واٽي هڪ هنڌ رهايو ڇو ته ملڪ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙجي وڃڻ ڪانپوءِ سنڌن انتخابي حلقا ٺهڻ ناممڪن هئا . ان مان صاف ظاهر آهي ته پناهگيرن هندستان مان اسلام سان محبت خاطر نه پر سنڌ مٿان ناجائز قبضي خاطر لڏپلاڻ ڪئي هئي، جيڪڏهن اسلام جي سڪ ۾ اچن ها ته پوءِ محنت ڪري پنهنجو مقام پيدا ڪن ها ، پر سڄي سنڌ کين مفت ۾ ورهائي ڏني وئي ۽ ان ڪري سڄو پناهگير ٽولو مفت خوريءَ ۾ ڪاهجي پيو ۽ ناجائز طريقن ذريعي ملڪيت ٺاهڻ جو ڏنڌو اختيار ڪيو، انڪانسواءِ پناهگير سامراجين ڪراچيءَ کي پنهنجو سياسي مرڪز بڻائي پنهنجا خونخوار ۽ وحشي هٿ ۽ ارادا سڄي سنڌ جي وڏن شهرن تائين ڦهلائي سنڌ جي اندرئين علائقن ۾ وڃڻ ويجهڻ شروع ڪيو ڇو ته لڏپلاڻ جو سڄو بار سنڌ مٿان پيو، ڌارين جو جيڪو ڳڙو ڪريو اهو سنڌ مٿان، ايتري قدر جو پنجاب ۾ جيڪي پناهگير مشرقي پنجاب ۾ هرياڻه مان سرائڪي علائقن ۾ اچي نڪتا هئا ، اتي به پنهنجي لاءِ هندن جي ڇڏيل ملڪيت مان حصو ورتو جيڪو پوءِ اتان وڪڻي انهن ئي ساڳين پناهگيرن وري سنڌ ۾ اچي ڪوڙن نالن سان ملڪيت زمينن ۽ پلاٽن تي جاناٿز ڪليم داخل ڪري قبضو ڪيو، ان سلسلي ۾ نوڪر شاهي پناهگيرن جي هر ممڪن مدد ڪئي ڇو ته اها نوڪر شاهي به انهن منجهان ئي هئي.

## پناهگير - سوچ جو اثر:

پناهگيرن جي هتي لڏي اچڻ کان پوءِ ملڪ جي مختلف حصن ۾ رهڻ سان انهن جي سوچڻ سمجهڻ ۽ پرکڻ جو انداز به انهن صوبن جي ماڻهن کان متاثر رهيو آهي، يعني مختلف صوبن ۾ سندن سوچ جو انداز به مختلف رهيو آهي، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ ادو ڳالهائيندڙ پناهگيرن جو ڪافي تعداد رهي ٿو، پر انهن صوبن ۾ مختلف هنڌن تي ڇڙويڇڙ ۽ هڪ ٻئي کان پري پري رهڻ ڪري انهن ماڻهن جي فڪري زندگيءَ ۾ ضم ٿي ويا، بلڪل ائين جيئن هڪ ٻي جي وجود ۾ سمائجي ويا هجن، جيئن برسات جو آسماني پاڻي ڪنهن ونڊ يا درياءَ جي پاڻي ۾ ضم ٿي ويندو هجي، پر هتي سنڌ ۾ هو پاڻ کي سنڌين ۾ ضم ڪري نه سگهيا . ٻهراڙين ۾ اچي وينل ته سنڌي ٻولي سکي، لکي ۽ پڙهي اسي سيڪڙو سنڌين ۾ ضم ٿي ويا ، شهرن ۾ اچي رهندڙ پناهگيرن اڪثريت پسنديءَ جو

مظاهرو ڪندي آخرڪار پاڻ کي "سپر قوم" ۽ سپر طاقت" جو نعرو هنيو، جيڪو هنن شروع کان ڇڏيو ئي نہ هو ڇو تہ ان سوچ بنگالين کي مسلمانيت ۽ پاڪستانيت تان هٿ کڻڻ لاءِ مجبور ڪيو، جذبات نعرن جي بنياد ي ٿوري وقت لاءِ تہ زنده رهي سگهجي ٿو پر سدائين لاءِ نہ.

# ٻہ قومي نظريو ۽ تاريخ جو انتقام

## پناهگير، الطاف ۽ ٻہ قومي نظريو

پوريءَ اڌ صديءَ تائين " ٻہ قومي نظرئي جو ڪٽيو ڪائيندڙ اردو ڳالهائيندڙ پناهگيرن جي سياسي سردار الطاف حسين کي نيٺ اعتراف ڪندي چوڻو پئجي ويو تہ "ٻہ قومي نظريو مذاق ۽ ڊرامو هو، پاڪستان ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي بنيادي انساني حقن کان محروم آهي، اسان وطن "هندوستان" ڇڏي پنهنجي ابن ڏاڏن جي قبرن سان بيوفائي ڪئي، پنهنجو تاريخي، تمدني ۽ ثقافتي ورثو ڇڏي آياسين، پر پاڪستان ۾ دربدريءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ مليو." هندوستان جي هفتيوار اخبارن "انڊيا ٽوڊي" ۽ "سنڊي" جي نمائندي "شراباني باسو" کي لنڊن واري سيڪريٽريٽ ۾ انٽرويو ڏيندي الطاف حسين وڌيڪ چيو تہ "اسان پنهنجو پاڻ کي سنڌين، بلوچن، پٺاڻن ۽ پنجابين وانگر هڪ "قوم" سمجهون ٿا، حڪومت پاڪستان جي چئن قومن کي تہ تسليم ڪري ٿي پر اسان کي نٿي مڃي، اسان کي اسيمبلين انتظاميہ توڙي ايوان اقتدار ۾ جائز حق ۽ مساوي نمائندگي مليل ناهي،" فوج بابت ڳالهائيندي الطاف حسين چيو تہ "فوج کي اقتدار ۾ اچڻ کان ڪير بہ روڪي نٿو سگهي، مهاجرن جي حقن ۽ مسئلن بابت فوجي جنرلن جو رويو بہ ساڳيو سياستدانن وارو آهي سڀ گڏجي مهاجرن کي سندن حقن کان محروم ڪرڻ ٿا چاهين، مهاجرن جو قتل عام ٿي رهيو آهي ۽ وردي‌ءَ وارا قانون نافذ ڪندڙ ادارا مهاجر عورتن جون لڄون لٽي رهيا آهن ۽ مهاجرن سان جنگي قيدين وارو سلوڪ ڪيو پيو وڃي،" ان بعد تازو بي بي سي کي انٽرويو ڏيندي هن وري ساڳيو بيان ورجايو آهي تہ "اقليتي صوبن ۾ رهندڙ مسلمانن کي جيڪڏهن پارت ۾ ٿي رهڻو هو تہ پوءِ "ٻہ قومي نظرئي" جو ڊرامو چو رچايو ويو هو، تنهن ڪري ڀارت ۾ رهندڙ سمورن مسلمانن لاءِ پاڪستان جون سرحدون کوليون وڃن." تازو الطاف حسين اقوام متحده جي ادارن ۽ هيومن رائيٽس ڪميشن کي هڪ خط اماڻيو آهي، جنهن ۾ هن اپيل ڪئي آهي تہ "حڪومت ۽ ايم ڪيو ايم وچ ۾ هلندڙ ڳالهين ۾ اقوام متحده جو نمائندو ٽياڪڙيءَ جو ڪردار ادا ڪري،" ائين ٿو لڳي ڄڻ حڪومت ۽ ايم ڪيو ايم وچ ۾ هلندڙ ڳالهيون ٻن ملڪن جو سرحدي جهيڙو آهي، جو ان ۾ بہ اقوام متحده ٽياڪڙي ڪري، يا اهو چيو ٿو وڃي تہ هندوستان سان ڪنفيڊريشن ڪيو" وغيره.

## ٻہ قومي نظرئي جي تاريخي حقيقت

هندو- مسلم قوميت (مذهبي) بنيادن تي ننڍي کنڊ (هندوستان) جو ورهاڱو جيتوڻيڪ هڪ غير فطري تاريخي عمل هو، جنهن کي تاريخ ١٩٧١ع ۾ غلط ثابت ڪيو ۽ متحده اسلامي ملڪ پاڪستان مان نئون ملڪ "بنگلاديش" قائم ٿيو، اهو تاريخ جو ٻه قومي نظريي تي ڀرپور حملو هو. اردو ڳالهائيندڙن پنجاهه سالن گذرڻ کان پوءِ وڃي هوش سنڀاليو آهي، ۽ الطاف نيٽ ڦاٽ ڪاڏو تہ "ٻہ قومي نظريو مضبوط تاريخي بنياد نہ هو پر اهو هڪ جذباتي تاريخي فيصلو هو، جيڪو نظرئي ضرورت تحت گهڙيو ويو هو.ان جو وڏو محرڪ اردو ڳالهائيندڙن جو اڳواڻ لياقت علي خان هو، جنهن چاهيو پئي تہ مسلم اقليتي صوبن ۾ رهندڙ اردو ٻولي ڳالهائيندڙن کي مسلم اڪثريتي صوبن ۾ انهن ڇڏيل ملڪيتن تي قابض ڪرايو وڃي، جيڪي هندن جي اتان لڏپلاڻ ڪانپوءِ خالي ٿين، ۽ آخر اهو ئي ٿيو.جيڪو لياقت خان سوچيو هو ڇو تہ پاڪستان انهن صوبن ۾ قائم ٿيو، جتي ڪو بہ اردو ڳالهائيندڙ موجود نہ هو.بنگال، سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان صوبن ۾ نئون اسلامي ملڪ قائم ٿيو، بنگالين مٿان بهارين جو عذاب نازل ڪرايو ويو، جيڪي اڄ ڏينهن تائين هن بدنصيب ملڪ لاءِ مٿي جو سور ۽ ذهني ناسور بڻيل آهن.

جيستائين ٻہ قومي نظريي جو واسطو آهي تہ برصغير (متحده هندوستان) جو ورهاڱو ٻي عالمگير جنگ ڪانپوءِ اٽڪر هو، جنگ بعد برطانوي راڄ جي سگهہ (فوجي توڙي انتظامي) ڪمزور بڻجي وئي هئي، تنهن ڪري انگريزن کي هندوستان مان هوندءِ ئي پير پٽڻا هئا، پر ڪن تاريخ شناس سياسي پنڊتن جو خيال آهي تہ "هندستان جو ورهاڱو هڪ گگدام جانور تان ويڙهہ جو نتيجو آهي، "ڳئون ماتا" جنهن کي هندو مقدس ماءُ ڪري پوڄيندا هئا ۽ مسلمان هندن کي چڙ ڏيارڻ لاءِ هندن جي آڏو ان کي ڪُهي کائيندا هئا" ۽ هڪ ٻئي سياسي دانشور جو چوڻ آهي تہ "پاڪستان بمبئي هوائي اڏي تي ڪانياواڙي خوجي ۽ هندو واڻئي جي وچ ۾ تيل ويڙهہ جو نتيجو آهي، يعني مسلمان واپاريءَ کي ڦرلٽ لاءِ هڪ آزاد مارڪيٽ کپندو هو، "ٻہ قومي نظريو" واقعي ان ڪانسواءِ ٿين ڪنهن بہ جدوجهد جو نتيجو ناهي، هندوستان جو ورهاڱو يا تہ مذهبي ٽڪراءَ جو نتيجو آهي يا وري معاشي مسئلي جو نتيجو آهي، باقي مهاتما گانڌي ۽ ان جو اهنسائي نظريو ۽ جناح صاحب جي مدبرانہ صلاحيت جو ان ۾ ڪو بہ عمل دخل نہ هو.

## "ريڊ ڪلف ايوارڊ" ۽ هندوستان جو ورهاڱو

"ٻن قومي نظرين" تحت وڙهندڙ هندن ۽ مسلمانن کي اڄا تائين تاريخ جي سچائيءَ

حو احساس ناهي ٿيو. هندستان جو ورهاڱو جيتوڻيڪ هندو، مسلم بنياد تي ٿيو پر اصل حقيقتون ،جا ٻه ڪي ٻيون هيون، جنهن لاءِ هڪ مڪمل ڪتاب لکڻ جي ضرورت پوندي، باشعور ڏاڍن هٿان ابوجهه ڪمزورن جو معاشي استحصال ۽ ڦرلٽ ئي هندستان جي ورهاڱي جو سبب بڻي، بهرحال چالاڪ انگريز حاڪمن ١٠٠ (هڪ سو) سالن تائين هندوستان مٿان بنا مقابلي حڪومت ڪرڻ کان پوءِ اهڙي نموني ورهاڱو ڪيو جو وڏيڪ هڪ سو سالن تائين تنڌي کنڊ (هندوستان) ۾ رهڻ وارا متحد ٿي نه سگهن.

ان سلسلي ۾ "ريڊ ڪلف" نالي هڪ انگريز ماهر جون خدمتون حاصل ڪيون ويون، جيڪو ملڪن ۽ صوبن جون سرحدون ٺاهڻ جو ماهر ليکيو ويندو هو، هو ٻين جي هڪ منڌيئڙي سان ملڪ ورهائي ڇڏيندو هو، اهڙي طرح آخرڪار آگسٽ ١٩٤٧ع تي ريڊ ڪلف ايوارڊ تحت هندوستان جو ورهاڱو عمل ۾ آيو ۽ هندوستان کي ٻن ملڪن ۾ ورهايو ويو، هڪ هندوستان ئي رهيو ۽ ٻيو پاڪستان ٿيو، ريڊ ڪلف جو ئي ڪمال هو،جنهن بنگال کي ٻن حصن ۾ ورهائي هڪ حصو هندوستان جي حوالي ڪيو ته ٻيو حصو موجوده پاڪستان کان پندرهن سو ميلن جي فاصلي تي قائم ڪري پاڪستان سان شامل ڪرايو، پر اها سياسي ورهاست رابندر ناٿ ٽئگور ۽ قاضي نذرل اسلام جي دلين جي وچ ۾ ديوار قائم ڪري نه سگهي، بنگالي ٻوليءَ جا ٻئي شاعر بنگالي قوم جي دلين ۾ هڪئي رفتار سان ڌڙڪن ٿا. اڄ جنهن ڪشمير تي پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ تفرقا ۽ ويڇا پيل آهن. ها ڪشمير به ريڊڪلف جي ٻين حي ڏنگ سان ڏنگيل آهي، هڪ ڪشمير جي مالڪي ۽ وارثي هندوستان وٽ ته ٻئي جي مالڪي پاڪستان وٽ باقي ويچارا ڪشميري جنڊ جي ٻنً پڙن ۾ پيسجي رهيا آهن، بنگال ۽ ڪشمير کانپوءِ شايد هاڻي واري اچڻو آهي پند رانوالا سنت جرنيل سنگهه واري پنجاب جو ۽ اسان واري پاڪستاني نوازشريف ۽ بابرا شريف واري پنجاب جو، جيڪو پنجاب پڻ مذهبي اڪثريت جي بنياد تي بنگال ۽ ڪشمير وانگر ريڊ ڪلف جي نوازشن جو نتيجو آهي، افغانستان مان سرحد صوبو ڪوري ڪيڻ به پاڻ واري ريڊ ڪلف جو ڪمال آهي، جنهن لاءِ اڄ به ولي خان چوندو پيو وتي ته جنهن ڏينهن اسان سنڌو درياءَ تي پڌل اٽڪ پل کي ٽوڙيو ان ڏينهن "گريٽر پختونستان" قائم ٿي چڪو هوندو، باقي رهيو سنڌ ۽ بلوچستان صوبو، سو اهو ڪمزوري لياقت علي خان ڪري ويو، جو سنڌ جي وڏن شهرن تي پناهگيرن جي فوج بيهاري ويو جيڪي اڄ سنڌ کي ورهائي جناح پور، لياقت آباد يا الطاف پور بڻائڻ جا خواب پيا ڏسن ۽ خدا ڀلو ڪري جنرل ضياءَ جو، جنهن جي قبر جو نشان به ڪٿي موجود ناهي،

جنهن "فتح افغانستان" واري عشق ۾ افغان پناهگير بلوچستان وارن کي تحفي ۾ ڏني ويو، جيڪي وري بلوچستان اندر نئون صوبو ٺاهڻ ٿا گهرن.

هن خطي جي تاريخ جو شعور رکندڙ ماڻهن کي خبر هوندي تہ انگريزن کان اڳ تورڙي انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد جي مختلف علائقن ۾ ڪيترين ئي ننڍين وڏين خودمختيار رياستون هونديون هيون، جنهن مٿان مختلف راجا ۽ شهزادا راڄ ڪندا هئا.

سرحد ۾ ڪشمير ۾، مميز، سوات، امب، دير، چترال، هنزا، گلگت ۽ ڪافرستان جون قبائلي رياستون هيون، جيڪي انتظامي طرح خودمختيار هيون، جيڪي ڪيئي سئو سالن کان آزاد هيون ۽ ورهاڱي کان پوءِ بہ ڪين آزاد رهڻ جو حق حاصل هو، سنڌ اندر اهڙي قسم جي خيرپور ميرس رياست موجود هئي، جيڪا پاڪستان ٺهڻ کان اٺ سال پوءِ تائين بہ آزاد ۽ خودمختيار رياست هئي، انتظامي طور ميرن جي هڪ شهزادي جي هٿ هيٺ هئي، جنهن کي ١٩٥٥ع ۾ مغربي پاڪستان ۾ ضم ڪيو ويو، پنجاب ۾ پڻ بهاولپور رياست هئي، جنهن تي منفرد قسم جا شهزادا حڪمران هئا ۽ بلوچستان ۾ قلات، مڪران، فاران، ۽ لسبيلو رياستون موجود هيون جيڪي پڻ ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان سان الحاق ۾ آيون.

## پاڪستان اندر لياقت ازم جا ڪلور

١٩٤٦ع ۾ انگريزن هڪ امتحاني اليڪشن ڪرائي هئي، جنهن ۾ اهو ڏسڻو هو تہ مسلم ليگ ڪهڙن ڪهڙن صوبن ۾ اڪثريت سان ڪٽي ٿي اچي، جڏهن اليڪشن جا نتيجا پڌرا ٿيا تہ صرف سنڌ ۽ بنگال ئي اهڙا صوبا يا پرڳڻا هئا جتي مسلم ليگ سوايون سيٽون کنيون، باقي سرحد ۾ سرخ پوشن ۽ پنجاب ۾ يونينسٽ پارٽي جهڙيون مسلم ليگ مخالف جماعتون ڪامياب ٿيون هيون ۽ بلوچستان ان وقت تائين صوبي جي حيثيت حاصل ڪئي هئي.

اڄ جيڪي ماڻهو خاص طور اردو ڳالهائيندڙن جا اڳواڻ چون ٿا تہ اسان ويهہ لک ماڻهن جي قرباني ڏئي پاڪستان ٺاهيو اهو نسورو ڪوڙ ۽ تاريخي بدديانتي آهي، اها ڪهڙي ڏاهپ آهي تہ ويهہ لک ماڻهو مارائي صرف بہ لک ماڻهن کي سکيو ستابو ڪجي، جو تہ ١٩٤٧ع کان ١٩٤٨ع تائين صرف بہ لک ماڻهو لڏپلاڻ ڪري سنڌ ۾ پهتا هئا ۽ ١٩٥١ع واري آدمشماري ۾ انهن ڪوڙو انگ چاڙهيو آهي تہ تڏهين پنجن لکن تائين ٿيا آهن، پاڪستان جي موجوده صورتحال جو سچو ذميدار لياقت علي خان رهيو آهي، جنهن

غير قانوني لڏپلاڻ جي همت افزائي ڪئي ۽ سازش ڪري سنڌ ۽ بنگال ۾ هتراد و فساد ڪرائي اتي جي اصل هندو آباديءَ کي لڏي وڃڻ تي مجبور ڪيو، جيئن انهن جي ڇڏيل ملڪيتن هندوستانين کي قابض ڪرائي سگهجي، ڪراچيءَ وارا فساد ان جو وڏو مثال آهن، جيڪي ان وقت جي آءِ جي پوليس هاشم رضا جي نگراني هيٺ ڪرايا ويا.

لياقت علي خان جيڪو چونڊيل نه پر ناڪيل وزيراعظم هو، تنهن وڏي چالاڪيءَ سان اقتدار تي قبضو ڪيو، جيئن ته هو پاڻ غير جمهوري نموني ناڪيل وزيراعظم هو، تنهن ڪري هن جمهوري عمل کي بيڪار سمجهندي انهن قومي اڳواڻن سان غلط ورتاءُ ڪيو، جيڪي بنگال، سنڌ، پنجاب، سرحد يا بلوچستان جي عوام جا چونڊيل اڳواڻ هئا، ان سلسلي ۾ لياقت علي خان

يعني پروڊا جو قانون لاڳو ڪري بنگال جي چونڊيل وزيراعليٰ سهروردي، پنجاب جي چونڊيل اڳواڻ نواب محمد ممدوٽ ۽ فيروز خان نون سرحد جي چونڊيل اڳواڻن خان برادران ڊاڪٽر خان صاحب ۽ خان عبدالغفارخان ۽ سنڌ جي چونڊيل وزيراعليٰ محمد ايوب کهڙو خلاف سخت قدم کنيا ۽ صوبن جي غير معروف ۽ عوام طرفان ٺڏيل اڳواڻن کي اقتدار ۾ شامل ڪري پنهنجي ڪمزور ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏئي هڪ غلط روايت کي متعارف ڪيو ۽ تازو آزاد ٿيل ملڪ کي ڪمزور سياسي بنياد فراهم ڪيا، اڄ جيڪي ماڻهو "حق پرستيءَ" ۽ "حق پرست" هئڻ جو رينگٽ لايو وينا آهن، ڇا اُهي هن سوال جو جواب ڏيندا ته ڇا اهو حق ۽ انصاف هو ته هڪ نئين آزاد ٿيل ملڪ جو وزيراعظم هڪ اهڙي ماڻهو کي بنايو ويو، جيڪو پاڪستان ۾ شامل ٿيل ڪنهن به صوبي جو چونڊيل نمائندو ڪو نه هو؟" پاڪستان جي ڏهه ڪروڙ ماڻهن مٿان هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي وزيراعظم بنايو ويو، جيڪو هندستان مان پناهه جي خيال کان لڏي آيل صرف ٻن لک ماڻهن جو نمائندو هو، ڇا دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ اهڙو غلط تاريخي فيصلو ٿيو هوندو ته پنجن صوبن (بنگال، سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب) جي اٺوجهه ڏهه ڪروڙ ماڻهن پوءِ به اجنبي کي پنهنجو وزيراعظم قبول ڪيو. اڄ تاريخ ڪيڏي نه بدلجي وئي آهي جو لياقت علي خان جو روحاني اولاد ۽ ان جو اڳواڻ الطاف حسين چوڏهن ڪروڙ پاڪستاني عوام جي چونڊيل وزيراعظم کي به تسليم نٿو ڪري! افسوس جو مقام آهي ته جنهن پاڪستان جي باني محمد علي جناح، لياقت علي خان تي ايڏو احسان ۽ ڀروسو ڪيو، ان زهر ڏئي جناح صاحب کي ماريو ۽ ان جو بدلو اهڙي ريت چڪايو، جنهن جو مثال تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي، ڇو ته هن سنڌي اڳواڻ محمد علي جناح کي وفات کان اڳ تنها ۽ اڪيلو ڇڏيو. ۽ سول ۽ ملٽري بيورو ڪريسي تي پنهنجو مڪمل ڪنٽرول ۽ ڌاڪو ڄمائي ڇڏيو.

ان سلسلي ۾ بنگال جو قومپرست ليکڪ فضل حسين مانڪ مِيان پنهنجي ڪتاب "متحده پاڪستان جا ويهہ ورهہ" ۾ لکي ٿو تہ "جڏهن محمد علي جناح بلوچستان جي شهر زيارت ۾ بيمار هو ۽ زندگيءَ جا آخري ڏينهن گهاري رهيو هو تہ لياقت علي خان ڪڏهن بہ ڪائنس طبيعت پڇڻ نہ ويو، صرف هڪ ڀيرو چند منٽن لاءِ ملڻ ويو، جڏهن زيارت کان ڪراچي موٽيو تہ گورنر جنرل آف پاڪستان هوندي بہ سندس شان مان وٽان پروٽوڪول ڪيس نہ ڏنو ويو، لياقت علي خان تہ ڇا پر ڪو بہ ڪابينا جو اهم وزير ڪيس وٺڻ يا استقبال ڪرڻ نہ ويو، هوائي اڏي تي صرف چند آفيسرن ذريعي هڪ ڇڪڙا ايمبولنس موڪلي وئي، جيڪا پاڪستان جي باني محمدعلي جناح کي هوائي اڏي کان گورنر جنرل هائوس تائين کڻي آئي، جيستائين هو زنده هو تہ لياقت علي خان کان ُوٺي ڪو بہ وزير ڪيس گهر ملڻ نہ ويو" اهو آهي احسان جو بدلو، جناح صاحب جنهن پنهنجن قوميتن جي اڳواڻن کي رد ڪري ملڪ جو پهريون وزيراعظم لياقت علي خان کي بنايو ۽ سخت ترين مخالفت کي منهن ڏنو، تنهن باني پاڪستان سان پڻ تاريخ ۾ اهو پهہ ڪيو ويو تہ ٻيو ڪو اڳواڻ لياقت علي خان جي انتقام کان ڪيئن بچيو هوندو، ڇا جيڪي ماڻهو لياقت علي خان جي قتل جي جاچ جو مطالبو ڪن ٿا، اهي محمد علي جناح جي قتل کي ان مطالبي جو مستحق سمجهندا ۽ اهڙو مطالبو پيش ڪندا.

## بنگلاديش: لياقت- سهروردي ڇڪاڻ جو نتيجو

متحده بنگال جو آخري وزيراعليٰ حسين شهيد سهروردي ريڊ ڪلف ايوارڊ واري منصوبي جو سخت مخالف هو، هن قيام پاڪستان کان ڪجهہ مهينا اڳ ۲۷-اپريل ۱۹۴۷ع تي سڀ کان پهرين متحد ۽ خودمختيار بنگال جي قيام جي تجويز ڏني هئي، ۽ ان بابت مضبوط دليل پڻ ڏنا هئا، ۽ هن شروع کان ئي هندو مسلم بنياد تي بنگال جي ورهاڱي جي سخت مخالفت ڪئي هئي، مسلم ليگ اندر هن لياقت علي خان واري سياسي فلسفي کي هر پارٽي ميٽنگ ۾ رد پئي ڪيو هو، ۽ انَ جي مخالفت ڪئي، جنهن ڪري ڪيس (سهروردي کي) ڪجهہ وقت لاءِ پارٽيءَ مان خارج پڻ ڪيو ويو، پاڪستان ٺهڻ بعد هو ڪاوڙجي ڪيئي مهينا هندوستان واري بنگال جي ڪلڪتي شهر ۾ وڃي ويهي رهيو ۽ آخرڪار هو جناح جي چوڻ تي واپس موٽي آيو.

ڪن اکين ڏٺن شاهدن مطابق تہ "قرارداد لاهور" تحت هندوستان جي ورهاڱي جي نتيجي ۾ بہ آزاد ۽ خودمختيار مسلم رياستون قائم ٿيڻيون هيون، جنهن مان هڪ بنگال ۽ آسام تي مشتمل هجي ها، تہ ٻيو پنجاب، سنڌ، صوبي سرحد ۽ بلوچستان تي مشتمل هجي ها، پر تقسيم هند وقت صورتحال مختلف ٿيجي وئي، بنگالي ليڊرن پاران ان جو سبب هي ٻڌايو ويو تہ "وائسراءِ هندو" سان ڳالهين ۾ صرف جناح، لياقت ۽ عبدالرب

نشتر جن بنيادي ڪردار ادا ڪيو، جڏهن ته ان ئيم سان ڪو به بنگالي اڳواڻ موجو نه هو، تنهن ڪري اهو منصوبو ناڪام ويو محمد علي جناح جي موت کان پوءِ لياقت علي خان سيني اختيارن جو مالڪ بڻجي ويو، سجو سارو ملڪ سندس هٿن ۾ اچي ويو ۽ هن سڀ کان پهرين بنگالي قوم ۽ ان جي حقيقي عوامي ليڊرن کي پنهنجي انتقام جو نشانو بڻائڻ شروع ڪيو ۽ مظلوم ۽ محڪوم بنگالين کي هندوستان جو ايجنٽ سڏڻ شروع ڪيو، ايتري قدر جو جناح جي موت کانپوءِ پهرين يوم آزاديءَ جي موقعي تي يعني ١٤- آگسٽ ١٩٥٠ع تي ريڊيو پاڪستان تي قوم کي خطاب ڪندي لياقت علي خان، بنگالين جي اڪثريتي چونڊيل قومي اڳواڻ حسين شهيد سهروردي کي "ڀارت جو ڇڏيل ڪتو" جي مخاطب ڪيو، ان تقرير بنگال ۾ باهه لڳائي ڇڏي ۽ نفرت جي بنيادن کي مضبوط ڪري ڇڏيو، ساڳئي سال آڪٽوبر ۾ هڪ ڀيرو وري اڻ چونڊيل پاڪستاني وزيراعظم بنگالي اڳواڻن کي ڌمڪي ڏني ته "سڌري وڃو، نه ته اوهان جو مٿو ڀڃي وجهندس" ۽ ان ڌمڪيءَ کان پوءِ ۽ مولانا عبدالحميد ڀاشاني، شمس الحق ۽ شيخ مجيب الرحمان کي جيل ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ بنگالي ڪاز جي حمايت ڪندڙ اخبارن "پاڪستان آبزرور" ۽ ٻين اخبارن کي پروڊا تحت بند ڪري ڇڏيو.

اڄ جيڪي ماڻهو ذوالفقارعلي ڀٽو، يحيٰ خان ۽ شيخ مجيب الرحمان يا جنرل نيازي وغيره کي پاڪستان ٽوڙڻ جو ڏوهاري ٿا سمجهن، هي لياقت علي خان جي ڏوهن تي پردا پوشي ڪن ٿا، حقيقت ۾ ته پاڪستان ٽوڙڻ جو بنيادي ڪردار لياقت علي خان هو، جنهن نه رڳو پاڪستان جي وڏي اڪثريت يعني بنگالين جي حقيقي اڳواڻن کي اقتدار کان پري رکيو، پر قوميت جي بنياد تي نفرتن جو اهڙو ٻج ڇٽيو، جنهن جو نتيجو اڄ ظاهر ٿي رهيو آهي.

## * اردو ٻوليءَ کي قومي ٻولي بڻائڻ تان پهريون ٽڪراءُ

ورهاڱي کانپوءِ ١٩٤٨ع تائين لڳ ڀڳ اڍائي لک پناهگيرن هندوستان مان لڏي ڪراچي، حيدرآباد، ميرپورخاص، نوابشاهه، سکر ۽ سنڌ جي ٻين ننڍن وڏن شهرن ۾ اچي پناهه ورتي ۽ اٽڪل ١٠ (ڏهه لک)، ڪن بهارين، هندوستان جي بهار صوبي مان لڏي بنگلاديش ۾ وڃي پناهه ورتي، اڄ ڪلهه حقن جي مسئلي تي اجائي ۽ غير ضروري واويلا ڪندڙ اردو ڳالهائيندڙن کي ورهاڱي بعد ويهوڻ تي وڌيڪ حق مليا، ڪين ڪروڙن جون قيمتي ملڪيتون مليون، نفسياتي طور ڪين اهو باور ڪرايو ويو ته، "پاڪستان ٺهيو ئي ان ڪري آهي ته جيئن اردو ڳالهائيندڙ حڪمراني ڪري سگهن،" اها ڳالهه سندن ذهنن ۾ پترو ته گهر ڪري ويئي آهي جو اهي ڪنهن به جمهوري حڪومت کي تسليم ڪرڻ پنهنجي توهين ٿا سمجهن. پاڪستان جي موجوده جوڙجڪ ۾ اردو ڳالهائيندڙن جو

تعداد مشڪل سان ست سيڪڙو مس آهي ۽ اهي جمهوري عمل تحت ڪڏهن بہ پاڪستان جا حاڪم بڻجي نٿا سگهن ۽ سنڌ ۾ پڻ ارڙهن سيڪڙو مس آهن، تنهن ڪري جمهوري طريقي سان سنڌ ۾ پڻ حڪومت ناهڻ لائق ناهن، تنهن ڪري ايوب خان کان وٺي ذوالفقارعلي ڀٽو تائين ۽ بينظير حڪومت کان موجوده بينظير حڪومت تائين انهن اسٽريٽ پاور استعمال ڪري جمهوري حڪومتن کي غير مستحڪم بڻائي انهن جا تختا پٽي ڪڍيا آهن، بنگلاديش ۾ پنج سيڪڙو بهارين ويهن سالن تائين مظلوم بنگالين مٿان حڪمراني ڪئي، دنيا جي تاريخ ۾ اهڙو مثال ملڻ مشڪل آهي تہ پنجانوي سيڪڙو بنگالين دانهون ۽ واڪا ڪري پنج سيڪڙو بهارين مان جان ڇڏائي، بنگالين کي ايترو تہ چچريو ۽ چيپاٽيو ويو جو هنن گڏ رهڻ کان توبهہ ڪئي، اڪثريت ۾ ڪنڻ بعد بہ کين اقتدار کان محروم رکيو ويو، تيئن هنن جنگ وڙهي جان ڇڏائي.

نوانوي سيڪڙو بنگالين مٿان، هڪ سيڪڙو اردو ڳالهائيندڙن جي ٻولي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، بنگالي ٻوليءَ کي "هندو ٻولي" قرار ڏنو ويو ۽ اردو ٻوليءَ کي "مسلمان ٻولي" قرار ڏنو ويو، مسلم ليگ "لياقت علي گروپ" اهو دليل پيش ڪيو تہ "بنگالي ٻوليءَ تي هندي ٻوليءَ جو اثر آهي ۽ اها ديوناگري يا سنسڪرتي لپيءَ ۾ لکي ٿي وڃي، تنهن ڪري بنگالي ٻولي هندن جي ٻولي آهي، جڏهن تہ اردو ٻولي عربي رسم الخط ۾ لکي ٿي وڃي، تنهن ڪري اردو ٻولي اسلامي ٻولي آهي" ان ٻوليءَ واري مسئلي اردو – بنگالي اختلاف کي جنم ڏنو، جنهن جو نتيجو آزاد بنگلاديش جي روپ ۾ ظاهر ٿيو، پر اڄ تاريخ جڏهن پنهنجو پاڻ کي ورجايو آهي تہ اردو ڳالهائيندڙن جو پاڻ مرادو جلاوطن اڳواڻ الطاف حسين لنڊن ۾ ويهي "بنگالين" کي مظلوم ٿو ڪوٺي، واقعي جيڪڏهن اهو سچ آهي تہ پوءِ بنگالين جي قاتل بهارين جي سياسي پنيرائي ڪرڻ بجاءِ بنگالين جو قاتل سڏي ۽ کين سزائون ڏيارڻ جو مطالبو ڪري تہ پوءِ ڪيس حق پرستيءَ جو مفهوم خود بہ خود سمجهہ ۾ اچي ويندو.

## * ورهاڱو ڪارنامو يا مذاق

ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ ننڍي کنڊ ۾ بہ وڏا تاريخي ملڪ هئا، "هڪ هند ۽ ٻيو سنڌ." هند عرف هندوستان اهو تاريخي ملڪ هو، جنهن تي فخر ڪندي علامہ اقبال بہ شاعري ڪندي، "ساري جهان سي اڇا "هندوستان همارا" ۽ سنڌ اهو عظيم ملڪ هو جنهن لاءِ عظيم شاعر شاه عبداللطيف ڀٽائي دعا ڪندي چيو تہ "سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار"، ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين ۽ ڪراچيءَ کان ڪشمور تائين سنڌ سنڌين جو تاريخي وطن آهي، سنڌ ئي اهو عظيم ديس آهي، جنهن ١٩٤٣ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ ننڍي کنڊ اندر مسلمانن لاءِ علحده وطن جو ٺهراءُ پاس ڪرايو، پر ان ٺهراءَ جو هرگز اهو

مقصد نہ هو تہ "سنڌ" پناهگيرن جي حوالي ڪئي ويندي، ان نهراءِ ۾ آباديءَ جي لڏپلاڻ ۽ منتقليءَ جو ڪو بہ ذڪر موجود ڪو نہ هو، ان سڄي اٿل پٿل ۽ غير قانوني لڏپلاڻ جو ذميدار اردو ڳالهائيندڙن جو اڳواڻ لياقت علي خان هو، جنهن کي پنهنجي چونڊ تڪ ناهڻ ۽ ان کي مضبوط ڪرڻ جو فڪر لاحق هو.

اڄ جيڪي اردو ڳالهائيندڙ چون ٿا تہ "پاڪستان جو قيام" سندن ڪارنامو آهي، اهي تاريخ کان بلڪل ناواقف ۽ بي خبر آهن، ڇو تہ جنهن خطي يعني گڏيل هندستان تي ٽن سو سالن تائين مسلمانن بنا مقابلي حڪومت ڪئي، ان هندستان اندر مسلمانن لاءِ هڪ نئين ملڪ حاصل ڪرڻ ڪنهن بہ طرح سان وڏو ڪارنامو نٿو ڪوٺي سگهجي، تاريخ جا ڄاڻو ان عمل کي تڏهن ڪارنامو سڏين ها جڏهن مسلمان هڪ ڀيرو وري سڄي هندوستان تي پنهنجو راڄ ۽ پنهنجي حڪومت قائم ڪن ها، اردو ڳالهائيندڙ سدائين اهو غلط تاثر ڏيندا رهيا تہ پاڪستان صرف ۽ صرف اردو ڳالهائيندڙن ئي ناهيو، باقي ٻيا انهن جي قربانين جو ڪٽيو پيا کائين، پر حقيقت ۽ تاريخي سچائي بلڪل ان جي ابتڙ آهي، ڇو تہ جيڪڏهن پاڪستان اردو ڳالهائيندڙن جي قربانين ۽ جدوجهد جي نتيجي ۾ ٺهي ها تہ پوءِ انهن علائقن ۾ ٺهي ها جتي اردو ڳالهائيندڙ اڪثريت ۾ رهيا پئي، ۽ جيڪڏهن پاڪستان صرف اردو ڳالهائيندڙن جي جدوجهد ڪري ٺهيو آهي تہ پوءِ سنڌ کي يا موجوده پاڪستان جي ٻين صوبن کي گهرجي ها تہ هو بہ هندوستان اندر جدوجهد ڪري هڪ ٻيو ملڪ ناهي وجهن نہ ايجا بہ وڌيڪ بهتر ٿيندو، پوءِ ان ملڪ جي پلي ڪٽي هندوستان سان ڪنفيڊريشن قائم ڪن.

باقي جيستائين سوال آهي تہ "مهاجرن" عرف پناهگيرن کي حقن نہ ملڻ جو تہ اهو نسورو ڪوڙ آهي، تاريخي بدديانتي آهي، حقن جا تفصيل تمام ڊگها آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

(١) ملڪ جون پهريون وزيراعظم اردو ڳالهائيندڙ لياقت علي خان کي بڻايو ويو، حالانڪ اهو صرف هڪ سيڪڙو ماڻهن جو بہ نمائندو نہ هو، جيڪي هندستان مان لڏپلاڻ ڪري نئين ٺهيل ملڪ ۾ آيا هئا، جناح صاحب جي ان غلط فيصلي کي بنگال، سنڌ، پنجاب، سرحد توڙي بلوچستان بنا ڪنهن دير ۽ اعتراض جي قبول ڪيو ۽ جيستائين موصوف قائد ملت مان شهيد ملت نہ بڻيو، تيستائين ان عهدي تي غير جمهوري نموني قابض رهيو.

(٢) اردو ٻولي جيڪا پاڪستان ۾ شامل ڪيل رياستن مان ڪنهن بہ رياست جي ٻولي نہ هئي ۽ اها ئي هڪ سيڪڙو ماڻهن جي ٻولي هئي، جيڪي هندوستان مان لڏي آيا هئا، ليڪن جڏهن جناح صاحب اهو اعلان ڪيو تہ اردو ۽ صرف اردو ٻولي ئي پاڪستان

جي قومي ٻوليءَ ۽ سرڪاري ٻولي ٿئجندي، تڏهين بنگال کان سواءِ باقي سمورن صوبن اردو ٻوليءَ کي قومي ٻولي طور قبول ڪيو، بنگالين اردو خلاف سخت احتجاجي تحريڪ هلائي پاڪستان جو ٽٽڻ ۽ مشرقي پاڪستان مان بنگلاديش ٿئجڻ جو هڪ وڏو سبب بنگالين مٿان زوريءَ اردو ٻولي ٿاڦڻ پڻ هو.

(٣) سنڌ جي سمورن وڏن شهرن جهڙوڪ ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص، نوابشاهه، سانگهڙ، خيرپورميرس ۽ ٻين ڪيترن ئي ننڍين وڏن شهرن تي ڪليمن ذريعي پناهگيرن کي زوريءَ قابض ڪرايو ويو، جتي زندگي جون سموريون بنيادي سهولتون، جهڙوڪ تعليم، صحت، روزگار موجود هو، ڪراچيءَ پورٽ ٽرسٽ، پي آءِ اي، ريلوي، ڪارپوريشنن، بئنڪن، وفاقي ۽ صوبائي کاتن ۾ سمورين نوڪرين تي اردو ڳالهائيندڙن کي قابض ڪرايو ويو، جيڪي ١٩٧١ع تائين وڏي اڪثريت سان ننڍين وڏين نوڪرين تي قابض رهيا، پر جڏهن بنگالين اڪثريت ۾ هوندي ناانصافيءَ جون دانهون ڪيون، تڏهين ننڍن صوبن به هوش سنڀاليو پر تيستائين ڪافي دير ٿي چڪي هئي، ۽ ننڍن صوبن جي حقن جو پرجوش حامي صوبو نيٺ آزاد ٿي ويو ته باقي صوبا ڪمزور پوزيشن ۾ اچ به وفاق پاڪستان آڏو خيرات واريون جهوليون جهليو بيٺا آهن.

(٤) سنڌ جي تقريبن پنجاهه لک ايڪڙ زمين تي ڪوڙن ڪليمن ذريعي اهڙن پناهگيرن کي زوريءَ قابض ڪرايو ويو، جيڪي هارپي ۽ کيتي ٻاڙي واري فن کان ناواقف هئا، پر پوءِ به ڪين سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين ڪليم ۾ ڏني وئي، جڏهن ته اها زمين، ٻي زمين سنڌي هارين کي ڏيڻ گهرندي هئي.

(٥) ڪراچيءَ کي عارضي طور گاديءَ جو هنڌ بڻايو ويو ۽ ان آڙ ۾ پناهگيرن کي هڪ مرڪز تي گڏ ڪيو ويو، وفاقي حڪومت جون سموريون ننڍيون وڏيون نوڪريون به هندوستان مان لڏي آيلن کي ڪليم ۾ ڏنيون ويون، هندن جي ڇڏيل ملڪيت ته اڳ ۾ ئي انهن حوالي ٿي چڪي هئي، ان عمل سان پناهگيرن کي سموريون بنيادي انساني سهولتون ميسر ٿي ويون، بهترين تعليمي ادارا، بهترين اسپتالون، بهترين رهائشي سهولتون ۽ ان سان گڏوگڏ بهترين ماحول ۽ روزگار جا وسيلا سندن قبضي هيٺ آيا، جن تي پنجوهين سالن تائين اردو ڳالهائيندڙن جو ناجائز قبضو رهيو ۽ سنڌي ماڻهو انهن جي مقابلي ۾ سوين سال پٺتي ڌڪجي ويا، ڪين پٽيواليون، چوڪيداريون، مالهي، ڪلارڪيون، ماستريون، (سنڌي پرائمري اسڪولن جون) يا پوليس جي سپاهي ۽ ناڪي منشيون نصيب ٿيون، سنڌ جي سمورين يونيورسٽين پروفيشنل ڪاليجن جهڙوڪ ميڊيڪل ڪاليجن، انجنيئرنگ ڪاليجن، ٽيڪنيڪل ڪاليجن وغيره ۾ غير سنڌي اڪثريت ۾ هوندا هئا، سنڌين کي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ١٩٧٣ع واري نئين آئين

هيٺ ڪوٽا سسٽم ذريعي اهڙن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ داخلائون مليون.

اڄ جن حقن جي ڳالهه الطاف حسين ٿو ڪري، اهي خبر ناهي تہ ڪهڙا قدرتي حق آهن؟ جيڪي سنڌين کي مليا آهن پر پناهگير رهجي ويا آهن، سمورن وڏن شهرن جي روزگار، واپار، ڪاروبار تي اردو ڳالهائيندڙن جو مڪمل قبضو آهي، پناهگير سنڌين کان وڌيڪ خوشحال ۽ آسودا آهن، سنڌ جي سموري پرائيويٽ سيڪٽر تي غير سنڌين جو قبضو ۽ ڪنٽرول اهي پرائيويٽ ڪارخانن ۾ ٩٠- سيڪڙو مزدور توڙي آفيسر اسٽاف اردو ڳالهائيندڙ آهن، ان سموري بحث مان ثابت ٿو ٿئي تہ ورهاڱي جو سڀ کان وڌيڪ فائدو هندوستان مان لڏي آيل اردو ڳالهائيندڙن کي مليو آهي، هندوستان مان هتي آيل پاڪستان جي مڙني قوميتن جهڙوڪ سنڌين، پنجابين، پٺاڻن، بلوچن ۽ سرائيڪين کان ڪيئي ڀيرا وڌيڪ خوشحال آهن، تعليم ۽ ڪاروبار ۾ پڻ ٻين کان اڳڀرا آهن.

**نتيجو:**

جنهن قومي نظرئي جي بنياد تي پنجاهہ سالن تائين اردو ڳالهائيندڙن جائز توڙي ناجائز فائدا حاصل ڪيا، اڄ اهي ٿي ان نظرئي کي ڊوڙنگ ۽ وري پيهر هندوستان سان ڪميدريشن جون ڳالهيون ٿا ڪن.جڏهن تہ ١٩٧١ع ۾ بنگلاديش ٺهڻ کان پوءِ عملي طور "بہ قومي نظريو" متجي چڪو هو، جن ماڻهن هندن مٿان ڦرلٽ ۽ استحصال جو الزام هنيو، انهن خود ٿئين ملڪ ۾ اصلي وارثن جو استحصال ڪيو، نہ رڳو ڦريو ۽ لٽيو پر بنگالين، بلوچن، سنڌين، پنجابين ۽ پٺاڻن جي قتل عام جو رواج وڌو، جيڪو اڄ تائين جاري آهي.

# ڪراچيءَ جي اسماعيلي ڪارڪن جو الطاف حسين کي ڪليل خط

سنڌ ۾ اڃان تائين ان ڳالهہ جو تعين ٿي نہ سگهيو آهي تہ سنڌي ڪير آهي؟ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ اسماعيلي خواجا، ميمڻ، بوهري، پوڻوهاري، ڪڇي، مارواڙي، مڪراڻي، گجراتي، ڏاٽي، راجپوت، قائمر خاني، ڪاٺياواڙي وغيره بنيادي طور سنڌي آهن، جن هندستان مان لڏ پلاڻ ناهي ڪئي پر سنڌ جي ٿي پرياسي وارن هنڌن مان لڏي اچي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ آباد ٿيا ۽ هندستاني پناهگيرن سان گڏ رهڻ ۽ انهن جي ٻولي ڳالهائڻ جي ڪري اهي بہ اڻ ڄاڻائي ۽ لاشعوري طور اردو دانن جي ڪيمپ جا ڪونجڻ لڳا. حقيقت ۾ تہ سنڌي قيادت انهن ڏانهن ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو، انهن هندن جي ڇڏيل واپاري دنيا واري خال کي اچي پوريو ۽ ان ڪري اهي شهرن ۾ اچي رهيا. لاشعوري طور هندستاني پناهگيرن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ خاطر پنهنجون مادري ٻوليون ڇڏي اردو ڳالهائڻ لڳا ۽ اهڙي طرح اهي سنڌي هندستانين ۾ ضم ٿيا ويا، اڄ بہ جيڪي هندستاني سنڌ جي ٻهراڙين ۾ اچي رهيا آهن اهي بلڪل سنڌي بڻجي ويا آهن، تنهنڪري مٿين برادرين کي پناهگير سمجهڻ ۽ چوڻ صحيح ناهي، جو تہ اهي بہ پاڻ کي پناهگير نٿا چون ۽ سڏائين، تنهنڪري ڪين جيڪڏهن سمجهايو ويندو تہ تي سگهي ٿو تہ سنڌ جي سياسي فضا تبديل ٿي وڃي هي خط ان لاءِ سياسي ڌرين کي ڪافي مدد ڪندو، مان هن خط کي پنهنجي هن ڪتاب جي مهاڳ طور ڇپڻ پنهنجو اخلاقي فرض سمجهان ٿو ڇو تہ هي خط انتهائي اهم مسئلن کي واضح ۽ ڇٽو ٿو ڪري جيڪو هفتيوار تڪبير ڪراچي ۾ ڇپيو، جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو هتي ڏجي ٿو.

منصور قادر جوڻيجو

## محترم قائد مهاجر
## الطاف حسين صاحب!

اوهان ڪارا در ڪارنر ڪڏجاٽي ۾ اسان جي روحاني پيشوا سر آغا خان جي مان ۾ خراج عقيدت پيش ڪيو، ان لاءِ اسين اوهانجا ٿورائتا آهيون، بحرحال ڪجهه ڳالهيون اوهان جي خدمت ۾ نهايت ئي ادب سان عرض ڪرڻ ٿو چاهيان.

1- اسان اسماعيلي پاڪستان جي هر صوبي ۾ آباد آهيون ۽ اتان جي مقامي ماڻهن سان ڳڏجي کير کنڊ ٿي رهون ٿا.

2- سرحد صوبي ۾ اسان جي برادري گلگت، هنزه ۽ چترال صوبي ۾ سوين سالن کان وٺي آباد آهن، انهن جي پنهنجي زبان، تهذيب ۽ ثقافت آهي ۽ انهن تي وري لفظ مهاجر مڙهڻ ڏاڍائي ٿيندي، ڇو ته ان واديءَ ۽ علائقي جا والي رياست مير اسماعيلي هوندا آهن.

3- پنجاب صوبي ۾ به اسان جي برادري سلطان فتح حميد قرامطه جي دؤر ۾ حڪومت حاڪم رهي آهي ۽ صدين کان وٺي اتي آباد آهي، انهن جي زبان ۽ ڪلچر به پنجابي آهي ۽ اهي ڪنهن طرح به "مهاجر" ناهن.

4- بلوچستان صوبي ۾ مڪران، گوادر، پسني، ارمارا ۾ پڻ اسان جي اسماعيلي برادري آباد آهي. اهي ماڻهو پڻ سوين هزارين سالن کان سنڌ مان لڏي پلاڻي وڃي اتي آباد ٿيا آهن ۽ اتان جي ٻولي (يعني بلوچي) ۽ مقامي ريتن رسمن ۽ رواجن کي پنهنجو بڻائي چڪا آهن، تنهنڪري انهن کي به مهاجر چوڻ ۽ سڏڻ نا انصافي ٿيندي.

5- سنڌ صوبي ۾ به ان ئي طريقي سان پن قسمن جا اسماعيلي آباد آهن، هڪڙا اهي جيڪي هتان جا مقامي آهن ۽ مٽين صوبن وانگر صدين کان وٺي هتي آباد آهن، خود سومرا خاندان جا حڪمران به اسان جي برادري سان واسطو رکندا هئا. ٽنڊو غلام علي سلطان آباد 3،2،1 ۽ ٻين ڪيترن ئي ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ڪانسواءِ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ انهن جو وڏو تعداد آباد آهي، اهي ماڻهو پڻ صدين کان هتي جا رهواسي آهن ڪٿان مهاجر بڻجي هتي سنڌ ۾ ناهن آيا.

6- ٻيا اهي اساعيلي آهن جيڪي ورهاڱي کانپوءِ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات مان لڏي سنڌ ۾ آيا ۽ حيدرآباد، ڪراچي، سکر، ٽنڊو محمد خان ۽ ٻين شهرن ۾ پکڙجي وڃي ويٺا، اهي ماڻهو جيتوڻيڪ ورهاڱي کانپوءِ لڏي سنڌ ۾ آيا پر پوءِ به انهن مٿان اهو متراد گهڙيل ٽڪسادي اصطلاح "مهاجر" مڙهڻ موزون نه ٿيندو، جيڪڏهن اوهان تاريخ پڙهي هوندي ته اوهان کي خبر پوندي ته اهي ماڻهو ڇه سؤ سال -ڇهه صديون اڳ تجارتي ۽ واپاري مقصدن خاطر سنڌ مان لڏي وڃي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ آباد ٿيا هئا، ۽ انهن جو خانداني پس منظر، نالو،

لباس، زبان، رهڻي ڪهڻي ۽ تهذيب اڄ تائين سؤ سيڪڙو اهائي سنڌين واري آهي. مطلب ته اهي پراڻا سنڌي جيڪي وڻج واپار خاطر سنڌ مان لڏي ويا هئا سي واپس سنڌ ۾ آيا، تنهنڪري انهن کي "مهاجر" چوڻ جٽ پائي ڪانسواءِ ڪجهه ناهي.

7- جهڙيريت اوهان جي تحريڪ واري ڊڪشنري (لغت) ۾ مشرقي پنجاب مان آيل پنجابي ڀائرن کي "مهاجر" تسليم نٿو ڪيو وڃي يا افغانستان مان هجرت ڪري آيل افغان "مهاجرن کي اوهان جهڙيون سهوليتون ميسر ناهن يا انهن کي "مهاجر" جهڙي پاڪ نالي سان نوازيو نٿو وڃي؟ يا نوازڻ نٿا چاهيو، جو ته انهن وٽ توهان جهڙو تهذيبي ورثو يا "زبان" موجود ناهي ۽ هنن جي زبان ۽ ڪلچر اوهانجي زبان ۽ ڪلچر کان مختلف آهي، تهڙيريت اسان پڻ اوهان کان ڪافي مختلف آهيون ۽ اسان کي هر هنڌ پنهنجي زبان ۽ ڪلچر آهي.

8- حقيقت ۾ ته اسان جي برادري هڪ محور ۽ هڪ مرڪز سان جڙيل آهي ۽ اتان ئي اسان رهنمائي ۽ رهبري حاصل ڪريون ٿا ۽ اتان مليل هدايتن جي روشنيءَ ۾ اسان چترال، گلگت، هنزه، پنجاب، بلوچستان، اندرون سنڌ ۽ حيدرآباد يا ڪراچيءَ جا اسماعيلي پاڻ ۾ متحد آهيون ۽ اسان جي دلين وچ ۾ زبان ۽ ڪلچر جو فرق ڪڏهن به لوهي ديوار بڻجي نٿو سگهي، اسان پنهنجن پنجابي اسماعيلي، پٺاڻ اسماعيلي يا سنڌي اسماعيلي ڀائرن کي غير مهاجر ڪوٺي لساني تنظيمن جي ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو نٿا بڻائي سگهون ۽ اهڙيريت ملڪ جي ٻين فرقن جي مسلمان ڀائرن جي وچ ۾ پڻ فرق وجهڻ نٿا چاهيون، فرق، نفرتون، تعصب ڪندڙن سان ساٿ ڏيڻ کي اسان مذهبي گناهه سمجهون ٿا ۽ ان سان اسلامي دنيا، ملڪي سلامتي کان سواءِ خود اسان جي برادريءَ ۾ به قوت ۽ ڏار پوڻ جو انديشو آهي.

9- شايد توهان کي توهان جي ڪارڪنن ان حقيقت کان بي خبر رکيو هجي ته گذريل بلدياتي چونڊن دوران مهم هلندي فيڊرل بي ايريا ۾ واقع اسان جي بستين سليم آباد، ۽ رحيم آباد جي رهواسين ۽ اسان جي بيهاريل اسماعيلي اميدوار سان اوهان جي پالتو شودن ڪهڙو پهه ڪيو هو، لاڪائي صاحب کي ڪلاشنڪوف ڏيکاري، خوفزده ڪرڻ ۾، ان جي پٽ کي اغوا ڪري اسان جي نمائندي کي ڏاڍ مڙسي ذريعي هٿ ڪشائڻ تي مجبور ڪرڻ ۽ اسان جي مائرن ڀينرن کي اغوا ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏئي ڊيڄارڻ، اهڙا زخم آهن جيڪي اڄ به تازا توانا آهن.

هن علائقي ۾ اسانجا ايترا ته ووٽر آهن جو جيڪڏهن ڪير به ڪروڙين روپيه ڪٺي چو نه خرچ ڪري پر چونڊن ۾ اسانکي شڪست نٿي ملي سگهي، پر جيئن ته اسان دهشتگرديءَ واري سياست جا قائل ناهيون تنهنڪري اتان اسان جي بجاءِ اوهان جو نمائندو بلديه ۾ ڪرسي مالڪ وينو آهي.

10- ۽ انهن سمورين زيادتين جو پوراءُ اوهان هيئن ڪيو جو اسان جي هڪ خاتون کي عورتن جي مخصوص سيٽ ڏئي ڪيس ڪائونسلر جي حيثيت ۾

ويهاري ڇڏيو. اوهان جي اهڙي نوازشن جي ڪري اسان جي برادري نت امڙن نون مسئلن ۽ مونجهارن ۾ ڦاٿل رهي ٿي ۽ جنهن جو هتي ذڪر ڪرڻ نه ٿي فاعدي مند آهي ۽ نڪوئي مصلحت ان جي اجازت ٿي ڏئي.

11- اسان جي برادريءَ جا ماڻهو هن وقت به سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي ۽ سنڌي ادبي سنگت جي اهم ۽ طاقتور عهدن تي فائز آهن، جي الانا جهڙا مفڪر ۽ شاعر، غلام علي الانا جهڙا دانشور ۽ ماهر تعليم، پيار علي الانا جهڙا ممتاز سياستدان، روز روز پيدا ناهن ٿيندا. ۽ اهي ماڻهو سنڌ ۾ سنڌي روايتن سان لاڳاپيل آهن ۽ انهن کي زوريءَ مهاجر تحريڪ سان ڳنڍي انهن جي ساک کي نقصان نه پهچايو ۽ انهن خلاف سنڌين ۾ شڪ نه پيدا ڪريو ته بهتر ٿيندو.

12- اسان جي برادريءَ ماضيءَ ۾ فيڊرل بي ايريا، حيدري، گارڊن، ملير، کارادر ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حمايت ڪئي آهي ۽ اميد آهي ته ايندڙ اليڪشن ۾ پڻ ائين ٿيندو، جيتوڻيڪ ان سلسلي ۾ اسان کي مٿان کي هدايتون ناهن مليون پر تنهن هوندي به پنهنجي ذاتي سوچ سمجهه مطابق اسين هن ڀيري به پيپلز پارٽيءَ جي حمايت ڪندا سون، جيڪڏهن عزيز ميمڻ هن علائقي مان اٿندو ته اسان ان کي ووٽ ڪنداسون.

13- تنهنڪري اوهان کي اپيل ٿا ڪريون ته اسان کي اسان جي حال تي ڇڏيو جيئن اسين پنهنجي رحم ڪرم تي زندهه رهون، پنهنجي سياسي مفادن خاطر اسان کي موضوع نه بڻايو، سڄو ملڪ ڄاڻي ٿو ته ڪراچي شهر ۾ هر هنڌ ڪرفيو ۽ هنگاما ٿي سگهن ٿا پر کارادر ۾ امن ۽ صلح سانت سان زندگي معمول مطابق ٿي هلي، هتي ڪڏهن به وحشيانه سياست کي هٿي نٿي ملي سگهي ڇو ته هتي اسماعيلي برادري جو مرڪز ۽ ڳڙهه آهي.

14- جهڙي نموني اوهان جي ايم ڪيو ايم ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جو ساٿ ۽ دوستي هلي نه سگهيا اهڙي نموني اسان جو ۽ اوهان جو اتحاد پڻ غير فطري ۽ ناممڪن آهي.

15- مهرباني ڪري اسان ڪان اسان جي سڃاڻپ نه کسيو، اسان جي اصليت نه بدلايو، اسان جي بيهڪ نه بدلايو، ائين نه ٿئي جو اسان جا ننڍڙا ننڍڙا پر سياست جي گرم طوفان ۾ لهسجي سڙي نه پون ۽ اسان ايري سيري اڏامر ڪان به مجبور رهجي ويڃون.

16- هي مضمون اسان اوهان جي رسالي جمهور کي روانو ڪيو هيوسين، پر انهن نه ڇاپيو ۽ مجبور ٿي تڪبير کي ٿا موڪليون، انهن ڇپيو ته معجزو هوندو.

آخر ۾ عرض ته جيڪڏهن خط لکڻ ۽ تجزيه ڪرڻ ۾ ڪا ادبي گستاخي ٿي هجي ته معاف ڪري ڇڏيندا، اسان کي مهاجرن سان همدردي آهي اوهان جي عزت ڪريون ٿا ۽ اوهان لاءِ دعاگو آهيون.

اوهان جا

*امير علي، صدرالدين، کارادر ڪراچي.*

٦٧

# هندستان اندر "سنڌوديش" رياست ڍڪو يا حقيقت

منصور قادر جوڻيجو

عمر ڪوٽ عجيب و غريب خبرن جو ڳڙهه رهيو آهي، عمرڪوٽ مان جاري ٿيندڙ خبرن جي نفسيات ڪجهه عجيب آهي، جڏهن به ڪا حيرت انگيز يا سنسني خيز خبر اخبارن ۾ ڇپجي ته اڪيون پوري اعتبار ڪجي ته پڪ اها خبر عمر ڪوٽ مان يا جنگ جي نامه نگار جي گهڙيل هوندي يا وري "پ پ الف" جي نمائندي زبير مجاهد جي هوندي آهي. ان جو اڪثر ڪري موضوع اهو هوندو ته هندستان مان دهشتگرد سنڌ اندر داخل ٿي ويا، علحدگي پسندن کي هندستان مدد ٿو ڪري، "را" سنڌي هندن کي سنڌوديش ٺاهڻ لاءِ مدد ٿي ڪري وغيره ۽ اهڙين خبرن ڇپجڻ کان پوءِ يڪدم تقريبن ڇوويهه ڪلاڪن اندر سنڌ ۾ ٺامڻي پري ويندي ۽ هيئنر ته سنڌ اندر سنڌين جي قتل عام دوران عمر ڪوٽ مان پاڪستان پريس انٽرنيشنل جي نمائندي هڻ صديءَ جو هڪ اهم تاريخي ڪوڙ گهڙيو آهي، ۽ ملڪ جي سمورين وڏين ننڍين اخبارن ان خبر کي تمام اهم ۽ نمايان ڪري ڇپيو آهي. خبر جو متن هن ريت آهي.

"هندستان ۾ رهندڙ ڇاليهه لک سنڌي هندن، هند سرڪار کان "سنڌو ديش" نالي سان هڪ ڌار سنڌي رياست جو مطالبو ڪيو آهي، سرحد پار کان ملندڙ اطلاعن موجب ورلڊ سنڌي ڪانگريس جنهن جي هيڊ آفيس بمبئيءَ ۾ آهي، هندستان ۾ رهندڙ سمورن سنڌين کي گڏ ڪرڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي آهي. سنڌي ماڻهن مطالبن جي هڪ ڊگهي لسٽ پيش ڪندي پارٽ سرڪار کي چتاءُ ڏنو آهي ته جيڪڏهن 15-آگسٽ تائين سنڌين جا مطالبا پورا نه ٿيا ته ڌرڻا، بک هڙتالون احتجاجي جلسا جلوس ۽ گهيراءُ جلاءُ شروع ڪيو ۽ ارت ۾ ايندڙ چونڊن جو مڪمل بائيڪاٽ ڪيو ويندو، ورلڊ سنڌي ڪانگريس جا ليڊر بحرحال ان خيال جا آهن ته وزير اعظم راجيو گانڌيءَ سان سندن متوقع گڏجاڻي اميد افزا ثابت ٿيندي، ڪانگريس جي اٽڪل به هزار سنڌي ميمبرن تازو احمد آباد ۾ سنڌين جي سياسي حقن بابت سيمينار به ڪيو، جنهن ۾ مطالبو ڪيو ويو ته پارٽي پارليامينٽ ۾ سنڌين کي نمائندگي ڏني وڃي، سنڌين جي تاريخي، قومي

حيثيت بحال ڪئي وڃي ۽ ان سان گڏ سندن اهم مطالبن ۾ هڪ مطالبو اهو به آهي ته گجرات صوبي جي ڪڇ ضلعي کي "سندو ديش رياست" طور قبول ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ ته ان علائقي جي 99 سيڪڙو آبادي سندي ڳالهائيندڙ ماڻهن تي مشتمل آهي، سندن ٻين مطالبن ۾ سندي ترقياتي بورڊ ۽ سندو يونيورسٽي قائم ڪرڻ، سندي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏئي ان کي سندو ديش صوبي ۾ لازمي بڻائڻ شامل آهي."

اها هڪ تاريخي حقيقت آهي ته هندستان جو مذهب جي نالي ۾ ورهاڱو، تاريخي ضرورت نه پر هڪ لاشعوري تاريخي حادثو هو، جنهن ۾ سندي قوم جو بي انتها نقصان ٿي ۽ مذهبي ڀائپي مٿان تاريخي ڀائپي کي قربان ڪيو ويو، سند ڌرتي، سندي زبان ۽ سندي ڪلچر ۽ تاريخي طور گڏيل وطن يعني سند جا پٽ يعني ڀائر ان ڪري جدا ڪيا ويا ته سندن مذهب الڳ الڳ هيو ۽ اڄ ان جو نتيجو اسان سندين جي سامهون صاف ظاهر آهي. سندين هر ممڪن محسوس ڪيو آهي ته سالن جي مذهبي ڀائپي سندين کي ڪيڏي نه خطرناڪ نقصان ۾ وڌو آهي. جن صدين جي تاريخي ڀائپي کي هڪ جذباتي فيصلي تحت ٽوڙي ڇڏيو. سند جي ڀهرين شهيد راجا ڏاهر جي وارثن کي سند مان تڙي ڪڍڻ جو نتيجو اڄ سندي ماڻهن کي بيگناهه لاشن جي صورت ۾ ملي رهيو آهي ۽ سند جي روڊن، رستن، گهٽين ۽ گهرن ۾ سندي لاوارث ۽ ٽڪا ٽڪا ٿي مارجي رهيا آهن، اهو تاريخ جو پلاند آهي، تاريخ تي ڪيل عمل جو رد عمل آهي.

جيستائين مٿين خبر جي سچائيءَ جو تعلق آهي ته ان سلسلي ۾ پوري پروسي سان موجوده سياسي حالتن جو جائزو وٺڻو پوندو ته ڇا هندستان ۾ واقعي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون آهن يا اهو هڪ افواهه آهي، جنهن جو مقصد سند ۾ هڪ نئين ممڻ مچائڻ جي تياري آهي، ڇا بمبئي جي پرسڪون ۽ شاندار ماحول ۾ سندو نگر ناهي رهندڙ لکا پتي ۽ ڪروڙ پتي سندي هندو پنهنجا ڇميل ڪاروبار ڇڏي هندستان جي "تر" يعني گجرات صوبي جي ڪڇ ضلعي ۾ اچي رهڻ پسند ڪندا. ٺڏي ڇانو ۾ ويٺل سندي هندو تتل واريا سي رڻ پٽ ۾ اچي صوبو عرف سندوديش رياست جوڙي ويهڻ پنهنجي لاءِ صحيح سمجهندا؟ ٻيو وڏو مسئلو آهي گجراتي ۽ سندي ٻوليءَ جي رسم الخط جو ته ڇا بمبئي ۾ رهندڙ سندي ماڻهو گجرات جي صوبائي آئين ۾ ايتري گنجائش ڪڍڻ جي پوزيشن ۾ آهن جو گجراتي ٻوليءَ جي هندي رسم الخط کي سنسڪرتي يا عربي رسم الخط ۾ منتقل ڪرائي سگهن. ان سان گڏو گڏ ڪيترائي آئيني مسئلا پيدا ٿيندا جيڪي ڪيترن ئي مونجهارن کي جنم ڏيئي ٿا سگهن، بمبئي ۾ رهندڙ سندي ماڻهن جي ٻولي،

لهجو، ريتون رسمون، رواج، تاريخي ۽ ثقافتي ورثا، گجرات ۾ رهندڙ ڪڇ جي سنڌي ماڻهن کان ايترو مختلف آهن جنهن جي هڪجهڙائيءَ جو صدين تائين تصور به نٿو ڪري سگهجي، گجراتي سنڌين سنڌ مان لڏي هندستان جي مختلف علائقن ۾ ويٺل سنڌين جي نه رڳو سوچڻ پر اٿڻ ويهڻ، رهڻي ڪهڻيءَ جو انداز به مختلف آهي. ڪڇي مارواڙي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. تنهنڪري ايترن سارن فاصلن کي مٽائي هڪ ٽيڻ ۾ سالن جو عرصو نه پر صدين جو عرصو کپي جو ته جڏهن مذهبي مفاد سالن ۾ ختم ٿي سگهن ٿا ته پوءِ تاريخي مفاد صدين ۾ به ڇڏي نٿا سگهن، تاريخي فيصلا جذبي جي بنيادي تي نه پر سچاين ۽ حقيقتن جي بنيادي تي ڪيا تڏهن ئي مثبت نتيجن کي حاصل ڪري سگهبو.

اسان کي لڳي ٿو ته هندستان ۾ سنڌو ديش رياست جي قيام جو شوشو هڪ تاريخي ڏکو آهي، جنهن جو ڪو به حقيقي بنياد ناهي، اسان جي نظر ۾ ان افواهه جو سادو مقصد هي آهي ته ايم ڪيو ايم جي "پناهگيرستان" واري مطالبي کي هٿي، ٽيڪ ۽ سهاري ڏيارڻ لاءِ اهو گهاٽ گهڙيو ويو آهي، جيئن هڪ طرف سنڌي ماڻهن کي خوشيءَ ۾ مبتلا ڪجي ته، هندستان ۾ لڏي ويل سنڌي جيڪي مذهبي طور هندو آهن سي به مذهبي لحاظ کان اتي جي مختلف قوميتن ۾ ضم ناهن ٿيا ۽ انهن هندسان ۾ هڪ علحده وطن جو مطالبو ڪيو آهي ۽ هندستان اتي جي سنڌي هندن کي وطن ڏيڻ لاءِ زمين به مهيا ڪري سگهي ٿو ته پوءِ سنڌ ۾ پناهگيرن کي به حق ٿو پهچي ته کين به الڳ وطن ڏنو وڃي، جيڪي مسلمان هوندي سنڌين ۾ ضم ناهن ٿي سگهيا.

۽ آخرڪار تازو وري به ساڳي ئي خابرو ايجنسيءَ پنهنجي حوالي سان خبر ڏني آهي ته هندستان جي وزير اعظم راجيو گانڌيءَ سنڌين جي الڳ وطن يعني سنڌو ديش واري رٽ کي رد ڪري ڇڏيو آهي، بحرحال ان ناهيل من گهڙت افواهه جو آخرڪار ساڳين ئي ماڻهن توڙ ڪيو، ناهڻ وارا به پاڻ ته ڊاهڻ وارا به پاڻ، اهو ئي سنڌن زندگيءَ جو ڪاروبار آهي.

# سنڌ ۽ بلوچستان
# خلاف
# بين الاقوامي سازش

## گوادر بندر گاهہ جو اومان کي وڪرو.

گذريل ڪجهہ عرصي کان وٺي بلوچستان جي تاريخي بندرگاهہ گوادر جو ذڪر نہ رڳو ملڪي اخبارن پر بين الاقوامي ميڊيا تي پڻ ڇانيل رهيو آهي. ١٨- جنوري ١٩٩٥ع تي ان جو پڙاڏو قومي اسيمبليءَ جي ايوان ۾ پڻ گونجڻ شروع ٿيو. ان کان اڳ اخبارن ۾ ڪجهہ خبرون هن ريت هيون.

* ٢٦- ڊسمبر ١٩٩٤ع تي اسرائيل جي يهودي وزيراعظم اسحاق رابن اومان (مسقط) جو هڪ خفيہ دورو ڪيو، جنهن ۾ گوادر بندر گاهہ جو مسئلو زير غور هيو ۽ اسرائيل ہ ان ۾ دلچسپي ڏيکاري آهي.

* ٢٩- ڊسمبر ١٩٩٤ع تي اسڪندريہ ۾ ٽن اهم عرب اڳواڻن ۽ ملڪن جي سربراهن جي ملاقات ٿي، جنهن ۾ مصر جو صدر حسني مبارڪ، سعودي عرب جو فرمان روا شاهہ فهد، مسقط جي امير سلطان قابوس بن سعيد، شام جو صدر حافظ الاسد شريڪ ٿيا.

*ان اهم عرب سربراهي گڏجاڻيءَ کان پوءِ شاهہ فهد ۽ حسني مبارڪ شام جي صدر حافظ الاسد تي زور آندو آهي تہ اهو جلد کان جلد اسرائيل سان هڪ گڏيل امن معاهدي تي صحيحون ڪري، ان اهم ڪانفرنس لاءِ سلطان قابوس جي شٽل ڊپلوميسي اهم ڪردار ادا ڪيو.

* ان عرب سربراهہ ڪانفرنس کان پوءِ اسرائيل جي وزيراعظم اسحاق رابن ايران کي ڌمڪي ڏني آهي تہ ايران پنهنجي خطرناڪ فوجي ارادن تان هٽ نہ ڪنيو تہ سندس ائٽمي هٿيارن جي اڏن کي تباهہ ڪري ڇڏيندو.

* آمريڪا چاهي ٿو تہ هو مسقط ۽ اومان کي پنهنجي سياسي ۽ فوجي منصوبن جو چوڪيدار بنائي، ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ آمريڪا مسقط جي ذريعي گوادر جي بندرگاهہ کي پنهنجي فوجي مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو آهي، مقصدن ۾ سڀ کان وڏي اوليت ايران جي محاصري کي ڏنل آهي، ٻئي نمبر تي چين جي فوجي نڪاڻن جي چوڪسي ڪرڻ آهي ۽ وچ ايشيا جي ملڪن ۾ ان رستي تجارتي تعلقات قائم ڪري سگهجن. اهي تہ هيون بين الاقوامي سطح جون اهم خبرون پر تازو ملڪي سطح تي

هاڻ گوادر جي بندرگاهه جي اندروني ڪهاڻي ۽ خفيه جوڙ توڙ هاڻي ڪو اهم راز ناهي رهيو، ڪجهه ڏينهن اڳ جڏهن پاڪستان جي قانون ساز اداري قومي اسيمبليءَ ۾ گوادر جي بندرگاهه بابت هڪ بحث ڇڙيو ته سڀ ڪجهه پڌرا ٿي پيا. ان بابت جيڪي خبرون ملڪي اخبارن ۾ ڇپيون، اهي هن ريت آهن.

* گوادر بندرگاهه جي سامونڊي علائقي ۾ ڪيتري عرصي کان وٺي آمريڪي جنگي ٻيڙن ۽ آمريڪي فوجين جي اچ وڃ جاري آهي، ۽ هڪ سال کان وٺي ته رڳو ان اچ وڃ ۾ اضافو ٿي ويو آهي پر اتي تعميري ڪم پڻ تيز ٿي ويا آهن، (رئوف ساسولي)

* لسبيلي کان گوادر تائين قيمتي سرڪاري زمينون تمام وڏي پئماني تي هڪ خفيه منصوبي هيٺ آغا خانين (اسماعيلين) کي الاٽ ڪيون ويون آهن. ائين محسوس ٿي رهيو آهي ته آغا خانين لاءِ سامونڊي پٽيءَ تي هڪ مستقل رهائش لاءِ هڪ مخصوص علائقو تيار ڪيو پيو وڃي، (رئوف ساسولي)

* گوادر جي وڪري بابت حڪومتي ڌر جي اهم اڳواڻ نصرت ڀٽو تصديق ڪئي آهي ته "حڪومت ٽي سو ايڪڙ زمين مسقط جي امير سلطان قابوس کي ٺيڪي تي ڏني آهي" جڏهن ته، صدر پاڪستان جناب فاروق احمد خان لغاري پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو آهي ته "حڪومت سٺو ايڪڙ زمين نوي سالن جي ليز تي اومان کي ڏني آهي" جڏهن ته وزيراعظم پاڪستان محترمه بينظير ڀٽو صاحبه ان مسئلي تي پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو آهي ته "اها مخالف ڌر جي منفي پروپئگنڊا آهي، اسان گوادر جي هڪ انچ زمين به وڪرو ناهي ڪئي ۽ نه ئي وڪرو ڪرڻ جو ڪو ارادو آهي" ۽ اهڙو ئي هڪ بيان وزير داخلا ميجر جنرل رٽائرڊ نصيرالله بابر ڏنو آهي، ان سڄي معاملي تي مخالف ڌر سخت گير موقف اختيار ڪيو، حڪومت ۽ حڪمرانن جي گوادر بابت ڏنل بيانن جي موٽ ۾ مخالف ڌر قومي اسيمبلي ۾ تحريڪ استحقاق داخل ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ وفاقي وزير دفاع آفتاب شعبان ميراڻي قومي اسيمبليءَ ۾ بيان ڏنو ته "پاڪستان جي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو صاحبه ان معاملي تي غور ڪري رهي آهي ته اومان جي امير سلطان قابوس کي گهر ٺاهڻ لاءِ گوادر ويجهو زمين جو ٽڪرو ڏنو وڃي".

## گوادر بندرگاهه بابت اخباري رپورٽون

ڪجهه وقت کان وٺي اخبارن ۾ گوادر بندرگاهه بابت خبرون ۽ رپورٽون ڇپجي رهيون آهن، ڪن اخبارن ۾ خبرون ڇپيون ته "گوادر وارو بندرگاهه" اومان جي سلطان قابوس بن سعيد کي نوي سالن جي ليز تي ڏنو پيو وڃي ته ڪن وري لکيو ته گوادر

بندرگاهه ويجهو زمين جو ڪجهه حصو ڪيس وڪرو ڪري ڏنو پيو وڃي جتي اوماني حڪمران پنهنجو محل ٺهرائيندو، ڪن اخبارن رپورٽ ڏني ته زمين جو هڪ حصو ڪيس بنا ڪنهن قيمت جي تحفي طور ڏنو ويو آهي. اهي سڀ خبرون ۽ رپورٽون غير سرڪاري طور اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون. پر ١٢- جنوري ١٩٩٥ع تي پهريون ڀيرو سرڪاري طور وزير خارجه جي هڪ ترجمان ان سلسلي ۾ هڪ مختصر وضاحت ڪندي گوادر جي وڪري بابت بيان جاري ڪيو.

* پاڪستان ۾ ڪنهن به غير ملڪي ماڻهو کي زمين ليز تي ڏيڻ جي ڪا به قانوني پابندي ناهي، تنهن ڪري اومان جي سلطان قابوس کي جيڪا گوادر ۾ زمين ليز تي ڏني وئي آهي، اها قانون ۽ آئين مطابق آهي. (١٣- جنوري ١٩٩٥ع نوائي وقت ڪراچي) اها نه رڳو ترديد هئي پر مختصر اعتراف پڻ هو.

* ١٧- جنوري ١٩٩٥ع تي وزيراعظم محترمه بينظيرڀٽو صاحبه گوادر بابت پنهنجي بيان ۾ چيو ته "گوادر سميت ملڪ جي ڪنهن به حصي کي وڪرو ڪرڻ يا ڪنهن غير ملڪ جي تحويل ۾ ڏيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي."

* ١٨- جنوري ١٩٩٥ع تي صدر مملڪت محترم فاروق احمد لغاري سڀيءَ ۾ تضاد سان ڀريل هڪ بيان ڏنو. هن جيتوڻيڪ اهو چيو ته گوادر بندرگاهه جو نه ته وڪرو ڪيو ويو آهي ۽ نه ئي وري ليز تي ڏنو ويو آهي، پر جيڪڏهن حڪومت گوادر ۾ سئو ايڪڙ زمين اومان جي سلطان کي تحفي ۾ ڏين جو فيصلو ڪيو آهي ته ان کي گوادر جو وڪرو نٿو ڪوٺي سگهجي. (جنگ ڪراچي ١٩- جنوري ١٩٩٥ع) ساڳئي ڏينهن قومي اسيمبليءَ ۾ وزيراعظم جي والده ۽ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر محترمه نصرت ڀٽو صاحبه بيان ڏنو ته حڪومت رڳو تي سئو ايڪڙ زمين اوهان کي وڪرو ڪري رهي آهي."

* هوڏانهن هتي پاڪستان، اومان ۽ مسقط ۾ پڻ اهڙيون ڳالهيون گشت ڪري رهيون آهن ته ١٩٥٨ع ۾ گوادر وارو بندر گاهه فيروز خان نون جي سرڪار کي اومان حڪومت چاليهن سالن جي ليز تي ڏنو هو، جيڪا ليز ١٩٩٨ع ۾ ختم ٿي رهي آهي، ليز ختم ٿيڻ کان فورن پوءِ اومان، گوادر بندرگاهه جو ڪنٽرول سنڀالي وٺندو ۽ قانوني طور گوادر اومان جو مستقل حصو بڻجي ويندو.

* ڪن ذرين جو چوڻ آهي ته جڏهن نوازشريف ملڪ جو وزيراعظم هو تڏهن هن گوادر بندرگاهه جو دورو ڪيو هو ان وقت جي حڪومت اهو فيصلو ڪيو هو ته ملڪي وسيلن مطابق هن بندرگاهه کي ترقي وٺرائي ويندي ۽ اتي پنهنجي ئي وسيلن سان "ڊيپ سي

پورٽ" بنايو ويندو، جنهن کي "موٽر وي" واري شاهراهہ سان ملايو ويندو، جيئن وچ ايشيا لاءِ هڪ خشڪي جو تجارتي رستو فراهم ڪيو وڃي ۽ خاص ڪري پنجاب لاءِ، سنڌ جي ڪراچيءَ واري بندرگاهہ کان وڌيڪ گوادر بندر گاهہ فائديمند ثابت ٿئي ها.

* سياست جو شعور رکندڙ ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن ڪراچيءَ جي پر سان محل تعمير ڪرڻ لاءِ ابوظهبيءَ جي حڪمران شيخ زيد بن سلطان النهيان کي زمين ليز تي ڏئي سگهجي ٿي يا رحيم يار خان ۾ ڪيس محل تعمير ڪرڻ لاءِ زمين وڪرو ڪري ڏئي سگهجي ٿي، يا پاڪستان جي مختلف حصن ۾ مسجدون ۽ اسپتالون تعمير ڪرڻ جهڙوڪ شاهہ فيصل مسجد اسلام آباد، شيخ زيد بن سلطان النهيان اسپتال لاڙڪاڻو، شيخ زيد ڪالوني لاڙڪاڻو وغيره ٺاهڻ لاءِ پاڙيسري مسلمان ملڪن سعودي عرب وغيره کي سيڙپ ڪاري ڪرڻ جو موقعو ڏئي سگهجي ٿو تہ ڪهڙو سبب آهي جو اومان جي امير کي محل اڏڻ لاءِ زمين جو ٽڪرو نہ ڏنو وڃي!!

* پر ڪن ماڻهن کي انديشيا ۽ خدشا آهن، تہ اومان (مسقط) اهڙو پاڙيسري ملڪ آهي، جنهن جا واسطا نہ رڳو اهڙن عرب ملڪن سان آهن جن جا سڌا رابطا آمريڪا سان آهن، ۽ اهي ايران جا مخالف ملڪ پڻ آهن، ان ڳالهہ کي وڌيڪ هٿي ۽ وزن تڏهن مليو آهي، جڏهن اسرائيل جي وزيراعظم اومان جو خفيہ دورو ڪيو، جنهن کان آمريڪا جي مخالف ملڪن جهڙوڪ ايران، عراق ۽ چين کي خطرو آهي، ملڪ جي چاڻو ۽ باشعور طبقي کي خبر آهي تہ گوادر حقيقت ۾ نہ رڳو بندرگاهہ آهي، پر هي بلوچستان جو هڪ انتهائي مشهور ۽ حساس ضلعو پڻ آهي، گوادر بندرگاهہ جي پرسان اورماڙا بندرگاهہ پڻ آهي، جتي پاڪستان جي بحريہ فوج جو تمام وڏو اڏو آهي، ۽ ان معاهدن هيٺ آمريڪا بحريہ اتان ڪيتريون ئي سهولتون حاصل ڪري چڪي آهي. بلوچستان هوندي تہ تمام پٽتي پيل گهٽ آبادي وارو پٺرائون علائقو آهي، پر پاڪستان جي سمورن صوبن کان وڌيڪ زمين جي ايراضيءَ رکندڙ صوبو پڻ آهي، جيڪو هن وقت آمريڪي ورلڊ آرڊر هيٺ تمام گهڻي سياسي ۽ فوجي اهميت حاصل ڪري چڪو آهي، ڇو تہ ايران جون وڌيڪ سرحدون، بلوچستان سان مليل آهن، ۽ ايران، آمريڪا جو گذريل پندرهن سالن کان وٺي هن خطي ۾ پهريون نمبر دشمن رهيو آهي، دنيا ۾ ويٽنام کان پوءِ ۽ آمريڪا جي توسيع پسندي واري مفادن کي جيترو ڌڪ ايران هنيو آهي، شايد اوترو روس بہ نہ هنيو هجي.

## بلوچستان ۽ گوادر بندرگاهه جي بين الاقوامي اهميت

بلوچستان جي اهميت ان ڪري به وڌيڪ آهي جو ته ان جون ايران سان نه رڳو ملڪي سرحدون ملن ٿيون پر ساموندي ۽ فضائي سرحدون به ملن ٿيون، جنهن ڪري آمريڪا لاءِ اهو انتهائي اهم جنگي علائقو آهي.

* بلوچستان جي ساموندي ساحلي علائقي ۾ پاڻي جي تمام وڏي گهرائي آهي، جنهن ڪري اتي گهري پاڻي وارا بندرگاهه تعمير ٿي سگهن ٿا ۽ اتي وڏا فوجي بحري بيڙا ساحل تائين اچي وجي ۽ لنگر انداز ٿي سگهن ٿا، بندرگاهه کان ڪوئيٽا تائين روڊ ۽ رشتا موجود هئڻ ڪري انهن بندرگاهن کان آساني سان ڪوئيٽا اچي وڃي سگهجي ٿو، اتان افغانستان جي رستي وچ ايشيا تائين پهچڻ آسان آهن.

* گوادر، اورماڙا، پسني ۽ جيواني کان جيڪڏهن وڏا هاءِ ويز ۽ ريل جون پٽڙيون وڇايون وڃن ته وچ ايشيا ۾ داخل ٿيڻ جو هي نهايت آسان ۽ مختصر رستو ٿي پوندو، جيڪو آمريڪا ۽ بين مغربي ملڪن جي مفادن لاءِ نهايت اهميت وارو ثابت ٿي سگهي ٿو.

* ڏورانهين علائقن هئڻ ڪري گوادر کان جيواني تائين مقامي آبادي تمام گهٽ هئڻ جي ڪري هتي پاهرين فوج کي بنا ڪنهن خوف خطري آباد ڪري سگهجي ٿو، جونئن به تاريخي طور تي هي علائقا عربن ۽ بين ڌارين فاتحن لاءِ مقامي علائقن ۽ ماڻهن کي فتح ڪرڻ جا پراڻا رستا رهيا آهن ۽ هن جديد دنيا ۾ جتي ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ايتري ترقي ڪئي آهي، جو دنيا دنگ رهجي وئي آهي، هر ڪم رموٽ ڪنٽرول ذريعي هلايو وڃي ٿو، هن دور ۾ جڏهن آمريڪا هزارين ميلن تان وڃي ڪويت تان قبضو ڇڏائي ٿو سگهي ته گوادر تي به فوجون لاهي پرپاسي جي علائقن تي ويهاري ٿو سگهي.

* هن صدي ۾ ستر سالن تائين دنيا ۾ ٻن سپر پاور "سوويت يونين ۽ آمريڪا" وچ ۾ سخت ڇڪتاڻ ۽ سرد جنگ جي خوفناڪ صورتحال برقرار رهندي آئي آهي ۽ ٻنهي سپر طاقتن دنيا کي فتح ڪرڻ خاطر سڄي دنيا اندر دهشت جو ماحول پيدا ڪيو آهي، ان دور ۾ ٻڻ ٻنهي سپر طاقتن جي ڇڪتاڻ جو وڏي کان وڏو سبب "گرم پاڻين" تائين پهچڻ هو، سويت يونين ويجهو هئڻ ڪري ان تي قبضي ڪرڻ جا خواب لڏا پر خواهش پوري ٿيڻ کان اڳ ئي هڪ مضبوط سپر طاقت سوويت يونين ٽڪرا ٽڪرا ٿي صفحي هستي تان مٽجي وئي ۽ هينئر دنيا جي واحد سپر طاقت آمريڪا ان مرڪز تائين پهچڻ جي جدوجهد ۾ مصروف آهي، آمريڪا ۽ ان جي اتحادي مغربي دنيا جي خواهش آهي ته اهي ايشيا ۾ چين جي سرحد تائين ۽ مغرب ۾ روس جي دروازي تائين پهچن.

* جڏهن کان وني دنيا مان اسلحي جي ڊوڙ ختم ٿي چڪي آهي، تڏهن کان جديد ٽيڪنالاجي ۽ جديد صنعتي ترقي جو دور شروع ٿيو آهي ۽ جاپان، ڪوريا، چين ۽ جرمني جهڙا ملڪ ڪنهن حد تائين ان صنعتي ٽيڪنالاجي واري دور ۾ پنهي اڳوٽين نام نهاد سپر طاقتن (روس ۽ آمريڪا) کان وڌيڪ طاقتور ٿي اڀريا آهن، ڇوته آمريڪا ۽ روس هڪ ٻئي کي شڪست ڏيڻ خاطر اسلحي جي ڊوڙ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن. پاڪستان، صنعتي ۽ ٽيڪنالاجي جي ترقي ۾ جاپان، ڪوريا، چين ۽ جرمني کان مدد وٺڻ ۽ ان ترقي لاءِ پاڻ پتوڙڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو رهيو آهي، پر آمريڪا پنهنجي مفادن خاطر هن ملڪ کي مسلسل حالت جنگ ۾ رکندو رهيو آهي ۽ اڃان تائين رکڻ ٿو چاهي، جنهن جو مثال گذريل ارڙهن سالن جون حالتون آهن، جنهن ۾ افغانستان واري جنگ کان پوءِ پاڪستان ساهي ئي کا نه پٽي ته وري ان کي ڪشمير واري مسئلي ۾ منجهايو ويو آهي.

تازو وزيراعظم پاڪستان محترمه بينظيرڀٽو صاحبه اومان جو دورو ڪيو ان دوري کان پوءِ اومان جي اعليٰ آفيسر شاهي موٽ ۾ پاڪستان جو دوور ڪيو، جنهن بابت ڪن چاڻو حلقن جو چوڻ آهي ته "مڪران جي ساحلي- سامونڊي پٽي" ۽ "دشت جو علائقو" اومان ۽ پاڪستان جي گڏيل مرضيءَ سان آمريڪا ۽ ٻين مغربي ملڪن کي گڏيل اتحادي فوج لاءِ تيار ڪيو پيو وڃي. ان حوالي سان هتي رهندڙ ماڻهن کي اها رعايت ڏني ويندي ته انهن پاڪستانين کي آسانيءَ سان اومان جو شهري تسليم ڪيو ويندو ۽ کين اومان جو شناختي ڪارڊ ۽ پاسپورٽ مهيا ڪيو ويندو، انهن جي پاڪستاني شناختي ڪارڊ ۾ گوادر جي ايڊريس هوندي، اهڙيءَ طرح اومان کي مڪران (پاڪستان) مان شهري ميسر ٿي ويندا.

* هن وقت اومان جون فوجون برطانيه جي ڪنٽرول ۾ آهن، جن اهم اڏن تي اهي فوجون بيٺل آهن. انهن مان "مصيرا جو جزيرو- يا پيٽ" انتهائي اهم فوجي اهميت رکندڙ آهي، ان جاءِ تي (يعني مصيراجي پيٽ تي) سي، اين، اين، بي بي سي جا بوسٽر پڻ لڳل آهن ۽ گوادر وري مڪران جي ساحل تي نهايت اهم بندرگاهه آهي، جيڪو وري ايران جي اهم بندرگاهه "چاهه بار" ۽ اومان جو اهم بندرگاهه "مسقط" لڳو لڳ آهي ۽ اهو خليج جي منڍي تي آهي، جنهن ڪري خليج ۾ ٿيندڙ جهاز راني آسانيءَ سان ڪنٽرول ٿي سگهي ٿي.

* ٧-جون ١٩٨١ع تي اسرائيل جي جنگي جهازن بغداد ويجهو قائم عراق جي ائٽمي مرڪز کي تباهه ڪري ڇڏيو هو. جيڪو فرانس جي مدد سان تعمير ٿي رهيو هو، ڇو ته

اسرائيل کي خطرو هو تہ عراق جيڪڏهن ائٽمي طاقت بڻجي ويو تہ پوءِ ان لاءِ تمام خطرناڪ ثابت ٿيندو، اهڙي ساڳي ڌمڪي اسرائيل جي وزيراعظم تازي مسقط جي دوري جي واپسيءَ کان پوءِ هڪ اسرائيل جنرل پوزي دايان تل ابيب يونيورسٽي ۾ هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي ايران کي ڏني آهي، جنهن ۾ جنرل پوزي چتاءُ ڏنو آهي تہ جيڪڏهن ايران جو ائٽمي پروگرام اسرائيل جي سلامتي لاءِ خطرو ثابت ٿيو تہ ان جو حشر بہ عراق جي پروگرام وانگر ڪيو ويندو.

## گوادر بحث جي پڄاڻي

٢٩-جنوري ١٩٩٥ع تي اومان ۽ پاڪستان جو گڏيل اقتصادي ڪميشن جو ٻيو اجلاس اسلام آباد ۾ شروع ٿيو آهي، جنهن ۾ اومان جو هڪ اعليٰ سطحي وفد پڻ شريڪ ٿيو، ان وفد جي نمائندگي اومان جي واپار وارو وزير مقبول بن السلطان ڪري رهيو هو، جيڪو پاڪستان جي ڏاڪي گاڏي واري هنڌ اسلام آباد ۾ پهتو تہ اخباري نمائندن پاڪستان جي پرنٽ ۽ اپريل مسئلي گوادر تي ڪجھ ڄاڻڻ چاهيو، جنهن جي موٽ ۾ مقبول بن السلطان اعتراف ڪندي چيو تہ "منهنجو ملڪ اومان پاڪستان ۾ سرمائيڪاري ڪرڻ گھري ٿو، جتي سازگار ماحول موجود آهي، واپار جي وزير مقبول چيو تہ، گوادر ۾ سيڙپڪاري جا شاندار موقعا موجود آهن، جن مان ٻنهي ملڪن کي گڏيل فائدو وٺڻ گھرجي، هن ان تاثرات کي غلط قرار ڏنو تہ ڪو اومان گوادر پاڪستان جي ڪنهن بہ ٻئي حصي يا علائقي ۾ ڪائي زمين ليز تي وٺڻ گھري ٿو، هن چيو تہ "اومان جي ملڪ (اومان) مسقط ۾ پاڪستان کي پهرين هڪ اسڪول قائم ڪرڻ لاءِ زمين ڏني آهي ۽ پاڪستان اومان جي ڪنهن بہ حصي ۾ وڏيڪ زمين حاصل ڪرڻ چاهي تہ ان کي ڏئي سگهجي ٿي ۽ ان جي موٽ ۾ پاڪستان اومان جي سلطان قابوس کي گوادر جي بندرگاهہ لڳ سئو ايڪڙ زمين تحفي طور ڏني آهي، جيڪا سلطان قبول ڪئي آهي. وزير وڌيڪ چيو تہ "گوادر جي مسئلي تي ڊس انفارميشن پکيڙي پئي وڃي، باقي اومان، پاڪستان ڪنهن بہ ٻئي ملڪ جي مفادن بابت سوچي بہ نٿو سگهي."

## مختلف دورن ۾ بندرگاهن جي ترقي

* ١٩٩١ع ۾ پورٽ قاسم اٿارٽيءَ جي تعاون سان "فش هاربر ڪاٽي" لاءِ هڪ جيٽي (ننڍو) بندرگاهہ تعمير ٿيڻ شروع ٿيو هو، جيڪو ٻاهٺ ڪروڙ ڇهہ لک روپين جي لاڳت سان ڊسمبر ١٩٩٢ع ۾ ٺهي مڪمل ٿيو، ڇهہ سئو ڪلوميٽرن تي ڦهليل هن سامونڊي پٽيءَ تي، "ٻي هزار پنج سئو" موٽر لانچون مڇي پڪڙڻ واري ڪم ۾ رڌل آهن، جيڪي

گوادر ۽ پسني واري جيٽي بندر ذريعي پنهنجو مال آسانيءَ سان لاهي چاڙهي سگهن ٿا ۽ لانچن کي روڪي سگهن ٿا ۽ اٽڪل هتي پنج هزار ماڻهو مڇيءَ جو واپار ڪن ٿا، جنهن ڪري ماهوار هڪ لک ميٽرڪ ٽن مڇي ماري وڃي ٿي، گوادر کان سواءِ ٻيو جيٽي بندر پسني ۾ به آهي.

* ١٩٩٣ع ۾ آءِ جي آءِ (نوازشريف) حڪومت هتي گوادر ۾ هڪ اونهي سمونڊ وارو بندرگاهه قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو جنهن لاءِ نجي ڪاتن کان آڇون گهرايون ويون هيون، جنهن لاءِ ڪيل ١١- آڇون حاصل ٿيون انهن مان هالينڊ جي هڪ فرم کي لائق قرار ڏنو ويو هو، پر وزيراعظم معين قريشي واري عبوري سرڪار فني ڪمزورين سبب اها آڇ رد ڪري ڇڏي هئي ۽ جاچ ڪرڻ تي اها فرم ڪوڙي نڪتي هئي

* گوادر بندر واري معاملي بابت گوادر ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر مسٽر واحد بخش بلوچ، سرڪار پاران هڪ وضاحتي بيان جاري ڪندي چيو ته "اپريل ١٩٩٤ع" ۾ وفاقي حڪومت پاران عمان جي سلطان قابوس جي ذاتي رهائش لاءِ گوادر ۾ پنجاهه کان سو ايڪڙ زمين فراهم ڪرڻ جو ضلعي انتظاميه کي حڪم مليو هو، جنهن تي ضلعي انتظاميه باضابطه ڪارروائي مڪمل ڪري واپس ڪمشنر کي موڪلي هئي، جيڪا هينئر سرڪاري مرحلا طئي ڪري صوبائي ۽ وفاقي حڪومت تائين پهتل آهي، جنهن مطابق اومان جي حڪمران سلطان قابوس کي اها زمين قانوني طور رهائش لاءِ تحفي طور ليز تي، ڏيڻ طئي ٿي آهي.

*يحيٰ خان واري مارشل لا جي دور ۾ اسماعيلي فرقي جي روحاني پيشوا پرنس ڪريم آغا خان، آفريڪا مان ملڪ نيڪالي ملڻ کان پوءِ ڪيٽي بندرگاهه تائين "سنڌين سمنڊ" سان ملندڙ سامونڊي علائقي واري پٽي اندر برصغير جي آغا خانين (اسماعيلين) کي (گوادر) ۾ آباد ڪرڻ واسطي ٽيهه-چاليهه ميل سنڌ ۽ بلوچستان سان لڳندڙ ساموندي پٽي ڏيڻ لاءِ درخواست ڏني هئي، جنهن ۾ اسماعيل فرقي وارن کي آباد ڪرڻ ۽ الڳ رياست قائم ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو ويو هو، پر بلوچستان جي تڏهوڪي اڳواڻن مير غوث بخش بزنجو، سردار عطاءُالله مينگل ۽ نواب خير بخش مري جي شديد مداخلت ۽ مخالفت جي ڪري اهو منصوبو ناڪام ٿي ويو هو.

# بلوچستان جا تاريخي بندرگاهه

بلوچستان جي ساموندي پٽي "ڪراچي" بندرگاهه کان وٺي ايران جي بندرگاهه "بندر عباس" تائين پکڙيل آهي. جيڪا هڪ هزار ڪلوميٽرن جي فاصلي جيتري ڊگهي آهي. الهندي ۾ گوادر تائين سمورو ساموندي ڪنارو ايران جي اثر هيٺ آهي. هن وقت جڏهن دنيا ايڪيهين صديءَ ۾ قدم رکي رهي آهي، تڏهين دنيا جي انهن سمورن ملڪن کي خاص فوجي، سياسي ۽ واپاري اهميت حاصل ٿي ويئي آهي، جن کي پنهنجا پنهنجا ساموندي علائقا ۽ بندرگاهه آهن، موجوده دور ۾ پاڪستان جي اهميت ان ڪري به وڌي وئي آهي جو ته ١٩٩٧ع ۾ هانگ ڪانگ وارو "فري پورٽ" آزاد ٿي ويندو ۽ ان بعد يورپي ملڪن جي فيڊريشن واري "آزاد منڊي" ختم ٿي ويندي، تنهن ڪري آمريڪا بهادر ۽ ٻين مغربي ملڪن جي نظر "ڪراچي واري بندرگاهه" تي کُتل هئي. پر يورپي ملڪن جا "ڏور مار نظرين" ڪندڙ سياسي مدبرن خيال جا آهن ته، ڪراچي ۾ رهندڙ اردو ڳالهائيندڙ ابادي وارن جي ڪري گذريل پنجاهه سالن کان وٺي ننڍي ڪنڊ (خاص ڪري هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش) ۾ غير يقيني سياسي صورتحال قائم ٿي رهي آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ هڪ اڻ کٽندڙ جنگ جو سلسلو جاري آهي، تنهن ڪري شايد ڪراچيءَ کي "هانگ ڪانگ" بنائڻ يا "جناح پور" بنائڻ وارو سندن ارادو ترڪ ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي سندن نظرون بلوچستان جي بندرگاهه "گوادر" تي کتل آهن، اچو ته بلوچستان جي ساموندي علائقن جي تاريخ جي نظر ۾ ڏسون ۽ جاچيون ته بلوچستان اندر ڪيترا پراڻا بندرگاهه آهن؟ ۽ انهن جي ماضيءَ جي تاريخ ڇا رهي آهي؟ ۽ انهن جي موجوده دور ۾ ڪهڙي اهميت آهي؟

## گوادر بندرگاهه ۽ ان جو تاريخي پس منظر

چوڏهين صديءَ عيسويءَ ۾ هيءَ بندرگاهه سڀ کان پهرين "باهو" جي جدگالن ۽ ان بعد ڪلمتي هوت بلوچن جي قبضي هو، "مير حمل جيئند" ان سموري ساحلي علائقن جو حڪمران هو، جيڪي گوادر بندرگاهه ۽ سون مياڻي بندرگاهه جهڙن تاريخي بندرگاهن جي وچ ۾ ننڍا وڏا بندرگاهه هئا. جهڙوڪ شمال بندر، ڪپر بندر، ڪاروات بندر ۽ سربندر قابل ذڪر آهن. گوادر بندر جي ڏکڻ طرف "ڏزام" جا اوچا اوچا جبل آهن. الهندي طرف قديم پهاڙن ۾ آڳاٽي زماني جو هڪ تاريخي بند پڻ اڄ تائين موجود آهي. اهو قديم تاريخي بند خوبصورت پٿرن کي تراشي (گهڙي) ٺاهيو ويو آهي. هڪ روايت مطابق ان

بندر کي پورچو گيزن تعمير ڪيو هو، جيڪي ان دور ۾ گوادر بندرگاهه تي قابض هئا ۽ ان بعد مير حمل جيئند انهن ڦورو پورچوگيزن کي شڪست ڏئي گوادر کي آزاد ڪرايو هو ۽ ان جنگ جي يادگار طور ٻه توپون ۱۹۳۸ع تائين گوادر جي بندرگاهه تي نصب ٿيل هيون، جيڪي بعد ۾ گم ٿي ويون، هوت بلوچن کان پوءِ ڪيچ (تربت) وانگر گوادر تي وري بليدين قبضو ڪيو ۽ ان کي پنهنجي اثر هيٺ آندو، ان بعد "ملڪ دينار گڇڪي،" بليدين کي شڪست ڏني ۽ ڪيچ تي فتح حاصل ڪئي، جنهن بعد گوادر بندرگاهه گڇڪين جي هٿ هيٺ آيو، ان جنگ ۾ مير بليدي مارجي ويو. ان بعد بليدين جا پونئير والي ءِ ايران "نادر شاهه افشار" وٽ دانهين ويا، جنهن پنهنجي هڪ سردار محمد تقي بيگ کي لشڪر ڏئي "ملڪ دينار گڇڪيءَ" خلاف موڪليو، بلوچستان جي علائقي "دشت" وٽ ٻنهي فوجن وچ ۾ چڪريون هليون، جتي ملڪ دينار شڪست قبولي ميري قلعي ۾ پناهه ورتي ۽ مرزا تقي بيگ سان صلح ڪيو، ايرانين ڪجهه پنهنجا مفاد ڏسي خاموشي اختيار ڪئي، جنهن بعد مير عيسيٰ پنهنجي پاڻيج نور محمد بليديءَ کي ساڻ ڪري "خان آف قلات" مير نصيرخان نوريءَ جي درٻار ۾ دانهن ڏني، خان آف قلات مير نور محمد بليديءَ جي حمايت ۾ لشڪر گڏ ڪيو ۽ ڪيچ تي ڪاهه ڪئي ۽ هڪ خطرناڪ حملو ڪري ڏنو، ان جنگ ۾ ملڪ دينار گڇڪي مقابلو ڪندي زخمي ٿيو، جنهن کي مير نصيرخان جي فوجن گرفتار ڪيو ۽ سندس خلاف مير بلال بليديءَ جي قتل جي ڏوهه ۾ ڪيس هلايو ويو ۽ اهو ڏوهه ثابت ٿيڻ بعد کيس موت جي سزا ڏني وئي. اهڙيءَ ريت ڪيچ سان گڏوگڏ گوادر وارو بندرگاهه پڻ خان آف قلات جي قبضي ۾ اچي ويو، ان کان ڪجهه عرصو پوءِ مير نصيرخان اول گوادر بندرگاهه جي اڌ ڪمائي گڇڪي سردار کي عنايت ڪري ڏني.

گوادر جي حاڪمن جا مسقط جي حڪمرانن سان لاڳاپا

۱۷۵۳ع ۾ مسقط جو والي سلطان ابوسعيد پنهنجي مخالفن هٿان شڪست کائي "خان آف قلات" مير نصيرخان ڀهرين وٽ اچي پناهه ورتي ۽ ان کان مدد طلب ڪئي، مير نصيرخان وٽ ان وقت ڪو به جديد فوجي ساز سامان ڪو نه هو ۽ نڪو ئي کيس ڪي اهڙا ٻيڙا هئا، جن وسيلي مسقط تي ڪاهه ڪري سگهي، تنهن ڪري مسقط جي سلطان جي فوجي مدد ڪرڻ سندس وس ۾ نه هئي، پر روايتي بلوچ هٺ جي ناتي خان آف قلات به ڪو سنڌي ماڻهن جهڙو سخي هو، جنهن بغير ڪجهه سوچڻ سمجهڻ جي اعلان ڪري ڇڏيو ته "مسقط جو پناهگير سلان بوسعيد جيستائين بلوچستان ۾ اسان جو مهمان آهي، تيستائين گوادر بندرگاهه جي ڪمائي سندس لاءِ وقف ڪجي ٿي" تاريخ جي فيصلن کي نه

سمجهندڙ بلوچ سردار جي سخاوت جيتوڻيڪ هڪ شڪست کاڌل سلطان لاءِ وڏي مدد ئيڪ ۽ سهارو هئي، پر ان مدد جو بدلو هن ريت ادا ڪيو ويو تہ "ٽن چئن سالن جي ساهي پٽڻ ۽ فوجي قوت گڏ ڪرڻ کان پوءِ جڏهن مسقط جي سلطان ابو سعيد هڪ ڀيرو وري مسقط تي چڙهائي ڪئي ۽ ٻيهر مسقط جو قبضو حاصل ڪري ۽ پنهنجو علائقو فتح ڪيو، تڏهن هن "گوادر جي بندرگاهہ" تي قبضو برقرار رکيو ۽ گوادر بندرگاهہ بلوچن کي واپس ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو" ان دوران خان آف قلات پڻ خاموش رهيو ۽ گوادر جي واپسيءَ لاءِ ڪا بہ ڪوشش نہ ڪئي.

آخرڪار ۱۷٦۷ع ۾ مير نصيرخان نوريءَ پنهنجي ڌيءُ بي بي سلطانہ خاتون جو نڪاح "جام اف لس ٻيلا" جام غلام شاهہ سان ڪيو ۽ ان دوران گوادر جو بندرگاهہ پنهنجي نياڻيءَ کي ڏاج ۾ لکي ڏنو، شادي ٿيڻ بعد جام غلام شاهہ سڀ کان پهرين گوادر جي بندرگاهہ تي فوج ڪشي ڪري ان مٿان قبضو ڪري ان جو انتظام پنهنجي هٿ هيٺ آندو، ان بعد وقتن بوقتن گوادر جي بندرگاهہ تي ڪڏهن مسقط جي اميرن جا تہ ڪڏهن وري بلوچ سردارن جا قبضا ٿيندا رهيا آهن، خان آف قلات مير محمود خان پهرئين جي ابتدائي ڏهاڙن ۾ مسقط جي واليءَ ٻيهر قبضو ڪيو، پر ايندڙ سال يعني ۱۷۹۵ع ۾ وري جام مير خان جي ماڻهن حملو ڪري سلطان جي ماڻهن کي قيد ڪري واپس مسقط اماڻي بندرگاهہ تي قبضو ڪري ورتو، وري جن ڏينهن ۾ خان آف قلات مير خداداد خان ۽ بلوچ سردارن وچ ۾ خانہ جنگي هلندڙ هئي تن ڏينهن ۾ پڻ مسقط جي سلطان خاموشيءَ سان هڪ جنگي بحري ٻيڙو اماڻي گوادر تي قبضو ڪري ورتو. پر ان وقت ڪيس يعني مسقط جي واليءَ کي انگريزن جي حمايت حاصل هئي جن جو هن خطي ۾ ان وقت ٿورو ٿورو اثر وڌيو هو.

## گوادر بابت بحث جو نتيجو

گوادر بندرگاهہ جي تاريخي ۽ سياسي اهميت کان هن وقت ڪير بہ انڪار نٿو ڪري سگهي، تنهن ڪري هتي جي رهندڙ ماڻهن کي گوادر جي مستقبل بابت ڪيئي خدشا آهن جن کي نظرانداز ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ جيڪڏهن گوادر بابت اها صورتحال رهي ۽ بين الاقوامي اثر وڌيو يا ڪنهن ڳجهي سياسي معاهدي هيٺ گوادر بندر کي بظاهر ڪنهن دوست ملڪ جي حوالي ڪيو ويو تہ پوءِ اهو فيصلو ملڪ جي مستقبل بابت هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿو، هن وقت گوادر جي مستقبل بابت جيڪي خدشا آهن اهي هن ريت آهن.

(١) شروع کان وٺي گوادر ۾ رهندڙ ماڻهن جون همدرديون اومان حڪومت سان آهن ڇو ته مسقط ۾ تقريبن گوادر جي آباديءَ جو ڪافي وڏو حصو ملازمت پيشا آهي ۽ نه رڳو معاشي طور سندن وابستگيون اومان سان آهن پر ڪين اومان جي شهريت به مليل آهي ۽ ويهه سيڪڙو ماڻهو اوماني شهريت رکندڙ آهن، تنهن ڪري انهن جا ڪافي معاشي مفاد اومان سان لاڳاپيل آهن.

(٢) گوادر ۾ پيئڻ جو مٺو پاڻي ڪونهي ۽ اهو هتي جي پرپاسي وارن ويجهن علائقن مان ايندو آهي، اومان ۾ پاڻي تيل کان به وڌيڪ مهانگو آهي، اڄ تائين هتي واپڊا وارا بجلي به پهچائي ناهن سگهيا. سڄو گوادر شهر اومان طرفان تحفي ۾ ڏنل ٻن جنريٽرن جي آسري هلي ٿو، جيڪي مقرر ٿيل وقت تائين هلايا ويندا آهن نه ته سڄو شهر بجلي کان سواءِ هلندو آهي ان ڪري به بنيادي انساني سهولتون نه هئڻ جي برابر آهن، جنهن ڪري گوادر جا ماڻهو اڪثر ڪري پاڪستان سرڪار کان ناراض هوندا آهن. ان ڪري اومان ۽ پاڪستان وچ ۾ پيٽ ڪرڻ کان پوءِ گوادر جي ماڻهن جو ڪافي جهڪاءُ اومان ۽ مسقط طرف آهي.

(٣) وچ ايشيا جي نين آزاد تيل رياستن جو ٻين ملڪن ڏانهن اچ وڃ جو بهترين رستو گوادر ذريعي قائم ٿي سگهي ٿو. اهي رياستون اڳ ئي سرسبز سايون ۽ خوشحال آهن. انهن وٽ زندهه رهڻ لاءِ سمورا وسيلا موجود آهن ۽ دنيا سان ڳانڍاپي لاءِ گوادر ذريعي نهايت آسان ۽ تکڙو رستو آهي، جنهن ذريعي اهي تازو آزاد ٿيل رياستون آسانيءَ سان گرم پاڻيءَ تائين پهچي سگهن ٿيون.

(۴) شاهه ايران جو تختو اونڌو ٿيڻ کان پوءِ ايران ۾ جڏهن علامه خميني اقتدار ۾ آيو ته اهو دنيا ۾ آمريڪا جو دشمن نمبر پهريون ليکيو ويندو آهي، هن وقت به جڏهن آمريڪا دنيا مٿان ورلڊ آرڊر مڙهيو آهي تڏهن به ايران آمريڪا جو اوترو ئي مخالف آهي ۽ گوادر ايران تائين پهچڻ جو آمريڪا لاءِ تمام آسان رستو آهي، ڇو ته ايران گوادر کان صرف ستر ميل پري آهي ۽ گوادر وارن سامونڊي آڌن تي بيٺل ۽ وقتن به وقتن ايندڙ آمريڪي فوجي لڏا به مشڪل سان ايترو ئي پري آهن.

(٥) روس جي ٽٽڻ کان پوءِ آمريڪا دنيا جو اڪيلو سپر پاور رهجي ويو آهي ۽ آمريڪا پنهنجي ان عالمي طاقت واري حيثيت کي بچائڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيو آهي، هن وقت بين الاقوامي منڊيءَ ۾ آمريڪا صرف ۽ صرف چين کان خوفزده آهي ڇو ته جاپان، ڪوريا، جرمني، فرانس ۽ ٻيا جديد ٽيڪنالاجي ۽ صنعتي ترقيءَ ۾ اپريل سمورا

ملڪ آمريڪا جا ڪنهن نہ ڪنهن طرح اتحادي آهن، تنهن ڪري آمريڪا چين کي نيڙ رڳو رڪاوٽ پر اک جو ڪنڊو سمجهي ٿو. جيتوڻيڪ تازو آمريڪا ۽ چين وچ ۾ ڪجهہ شين جي ڏيتي ليتيءَ جو معاهدو بہ ٿيو آهي پر پوءِ بہ آمريڪا چين کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ اچا بہ ان جي ويجهو اچڻ چاهي ٿو ۽ اهڙي سازش ڪجهہ عرصو اڳ ٿي چڪي آهي. جيڪو تہ آمريڪا ڪجهہ عرصو اڳ صوماليہ کي فوجي اڏي طور استعمال ڪرڻ جو سوچيو هو جيڪو چين جي هڪ ڪمزور علائقي تبت جي بلڪل ويجهو آهي، پر صوماليہ جي هڪ بهادر جرنيل فرح عديد جي مداخلت ۽ دليريءَ سبب آمريڪا جو اهو منصوبو ناڪام ٿي ويو، تنهن ڪري بہ ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ آمريڪا متبادل طور گوادر تي ڳاڙهي گول جو نشان لڳايو هجي. •

(٦) اسرائيلي وزيراعظم جي لڪ چوري دوري کان پوءِ هاڻي اومان ۽ اسرائيل وچ ۾ بهتر تعلقات ڪو اهم راز ناهن رهيا، اومان گذريل ڪافي عرصي کان سامراجي قوتن جو ساٿاري رهيو آهي. اهم اسلامي ملڪن کان وڌيڪ سندس گهاٽا واسطا آمريڪا جي دوست ملڪن سان رهيا آهن، تنهن ڪري هينئر گوادر ۽ مڪران جي سامونڊي پٽيءَ کي قبضي ڪرڻ لاءِ اومان سرڪار عث پہ رهڻي رهي آهي، جيڪا ڪنهن سپر طاقت جي هشيءَ تي ٿي سگهي ٿي.

(٧) ماضيءَ ۾ پڻ اومان امريڪا کي اڏا قائم ڪرڻ جا موقعا فراهم پئي ڪيا آهن، اومان جي هڪ ٻيٽ (جزيري) مصيرا ۾ اڄ بہ آمريڪا جو فوجي اڏو قائم آهي. ان ئي ٻيٽ تي بي بي سي ۽ سي اين اين جا ريڊار ۽ بوسٽر قائم آهن ۽ اڄ بہ اومان جون فوجون برطانوي فوجن جي سرپرستيءَ ۾ ڪم ڪنديون آهن.

(٨) تاريخ ٻڌائي ٿي تہ دنيا جي فتح جو خواب ڏسندڙ بين الاقوامي قوروءِ لٽيرو سڪندر اعظم هن ئي علائقي يعني گوادر پرسان هڪ اهڙي خطرناڪ موتمار بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيو هو جنهن آخرڪار سندس جان ورتي.

* گوادر ۽ حوانيءَ جي وچ واري علائقي ۾ گنز جو هڪ تاريخي ماڳ آهي، جتي اڄ بہ يونيني تسل جا چند خاندان وسپيل ۾ آباد آهن، جيڪي ڪنهن عالمي طوفان کان پوءِ هت جي آباد ٿيا هئا ۽ اچا سوڌو آباد آهن.

* ٻي عالمگير جنگ ۾ اتحادي فوجن هن گوادر واري علائقي ۾ اسلحي لڪائڻ جو هڪ اڏو قائم ڪيو هو، جيڪو هٽلر کي هارائڻ لاءِ سڀ کان وڌيڪ محفوظ ۽ اهم ثابت ٿيو هو، آمريڪي فوج ان ساڳئي هنڌ تي هڪ اهڙو ئي اسلحي جو اڏو قائم ڪرڻ گهري ٿي،

جيئن چين توڙي ايران تي نظرداري ڪري سگهجي.

* مڪران جا ميداني علائقا جن کي تاريخ ۾ "سيستان" ڪوٺيو ٿو وڃي. آمريڪي خواهش موجب اهو صوماليه جو بهترين متبادل ٿي سگهي ٿو، جتان چين تي نظرداري ڪري سگهجي ٿي.

*دنيا ۾ طاقت حاصل ڪرڻ جي خواهش ماضيءَ کان وٺي جنوني ملڪن جو شوق رهيو آهي، جنهن ۾ انسان ۽ انسانيت کي پيرن هيٺان چچريو، چيپاٽيو ۽ تباهه ڪيو ويو آهي، اڄ به يورپي اتحادي ملڪ چين کي پنهنجي ان خواهش وچ ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ ٿا سمجهن، تنهن ڪري انهن سمورين طاقتن گڏجي چين کي ڪنٽرول ڪرڻ خاطر هڪ منصوبو جوڙيو آهي، جنهن کي "آپريشن ييلو اسٽارم" جو نالو ڏنو ويو آهي، ڪجهه سياسي پنڊتن ان حوالي سان هڪ اڳڪٿي ڪندي چيو ته اهو منصوبو ٽين عالمي جنگ جو آغاز هوندو، جيڪو هڪ ڀيرو وري انسانيت جي تباهيءَ جو سبب بڻجندو ۽ دنيا کي هڪ خوفناڪ زلزلي وانگر ڌوڏي ڇڏيندو، جنهن ۾ ڪروڙين بي گناهه ماڻهو اڳ چڙهي ۾ موت جي وات ۾ هليا ويندا.

**(۱) بلوچستان جا قديم بندرگاهه**

**(۲) سنڌ جا قديم بندرگاهه**

# بلوچستان جا قديم بندرگاهه

## گوادر بندرگاهه اٺويهين صديءَ کان پوءِ

ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري جڏهن انگريزن بلوچستان تي قبضو ڪيو ان وقت انگريزن حڪم جاري ڪيو ته گوادر جو بندرگاهه مسقط جي سلطان جي قبضي هيٺ رهڻ ڏنو وڃي ۽ اهو تيستائين مسقط جي قبضي هيٺ رهيو، جيستائين انگريز حاڪم ننڍي کنڊ تي قابض هئا ۽ جڏهن هندستان جو ورهاڱو ٿيو، تڏهن حڪومت پاڪستان مسقط جي سلطان کي تمام وڏي رقم ڏئي قبضو خالي ڪرايو، اهڙيءَ ريت ١٩٤٧ع تائين گوادر جي بندرگاهه تي هندستان سرڪار پاران هڪ برطانوي ايجنٽ رهندو هو، جيڪو حڪومتي معاملا سنڀاليندو هو ۽ گوادر جي بندرگاهه تي رهندڙ هندستاني ماڻهن کي (جيڪي تجارت ۽ وڻج واپار ڪندا هئا) تحفظ فراهم ڪندو هو ۽ مسقط جي سلطان سان رابطو رکڻ جا فرض انجام ڏيندو هو، ١٩٣٨ع تائين گوادر جي بندرگاهه تي برطانوي حڪومت پاران قائم ڪيل هڪ برطانوي فضائي ڪمپني "بي. او. اي. سي" جو هوائي اڏو پڻ قائم هو، حتي ڪراچي ۽ يورپ وچ ۾ هلندڙ هوائي جهاز پيٽرول حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا.

### ١- بلوچستان جا بيا بندرگاهه

بلوچستان جي قديم تاريخ ايتري ئي اڳاٽي ۽ اهم آهي، جيتري سنڌ جي آهي. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن به ڪنهن دشمن سنڌ کي فتح ڪرڻ جا ارادا ڪيا آهن ته انهن بلوچستان کي به ناهي بخشيو، سنڌ ۽ بلوچستان صدين کان وٺي هڪ ٻئي جا ساٿي، مددگار، همدرد ۽ هڏڏوکي رهيا آهن، اڄ به دنيا جون ناپاڪ ۽ وحشي نظرون سنڌ ۽ بلوچستان جي حسن ۽ قدرتي وسيلن تي کُتل آهن، خاص ڪري تيل، گئس، ڪوئلو ۽ هاڻي سامونڊي علائقو سندن نظرن ۾ آهي. بلوچستان جا جيڪي بيا بندرگاهه آهن، انهن جي تاريخ پڻ قديم آهي، انهن مان اهم بندرگاهه ۽ سندن تاريخي پس منظر هيٺ ڏجي ٿو.

### ٢- سون مياڻي بندرگاهه

سون مياڻي بندرگاهه ضلعي لس بيلي جي ساحل تي واقع آهي، بلوچستان جي بندرگاهن مان ڪراچيءَ کي سڀ کان ويجهو بندرگاهه سون مياڻي آهي، جيڪو ڪراچيءَ کان خشڪي جي رستي صرف سٺ ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. انگريزن جي فتح کان اڳ سون مياڻي بندرگاهه پوري وچ ايشيا ۾ مشهور بندر گاهه هو. هتان تمام وڏا بادباني

پيڙا، (جن کي بلوچي ٻوليءَ ۾ "بوجهي" چوندا آهن) پرڏيهه جهڙوڪ هندستان، عرب، آفريقا ۽ خليج فارس جي بندرگاهن تائين ويندا هئا. سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ ۽ راجا ڏاهر خلاف انتقامي ڪارروائي ڪرڻ لاءِ عربن پنهنجون فوجون سڀ کان پهرين "سون مياڻي" بندر تي لاٿيون هيون، اٺوهين صديءَ جي شروعات تائين بلخ و بخارا، افغانستان ۽ ايران تائين تجارتي مال آڻڻ لاءِ هي بندرگاهه استعمال ٿيندو هو ۽ هتان اهو مال بوجهين ذريعي هندستان موڪليو ويندو هو.

١٨٠٥ع ۾ پورچو گيزي سامونڊي ڌاڙيلن سون مياڻي بندرگاهه جي ڦرلٽ ڪري ان کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو، حمل جيئند جيڪو ڪلمتي هوت بلوچن جو سردار ۽ ماهر جهاز ران هو ان سامونڊي ڦورن سان ڪيترين ئي لڙايون وڙهيون، برطانوي قبضي کان پوءِ هن بندرگاهه جي اهميت ختم ٿي وئي، ڇو ته انگريزن سنڌ- بلوچستان جي فتح کان پوءِ ڪراچي بندرگاهه کي پنجاب سرحد، بلوچستان ۽ افغانستان سان ڳنڍي ڇڏيو، ان کان سواءِ سامونڊي ٻيڙن ۾ هندستان ڏانهن سامان کڻي وڃڻ به گهٽجي ويو، جنهن ڪري سون مياڻي وارو بندرگاهه اجڙي ويران ٿي ويو، اڄ ڪلهه سون مياڻي مڇي مارڻ جو مرڪز آهي ۽ هتان ڪافي مقدار ۾ مڇي ڏيساور موڪلي ويندي آهي، اڄ ڪلهه هتي وڏا بحري جهاز لنگر انداز نٿا ٿين ڇو ته سامونڊي ساحل ويجهو پاڻي جي گهرائي گهٽ آهي.

### ٣- پسني بندرگاهه

پسني بندرگاهه، ڪراچيءَ کان خشڪيءَ جي رستي تي سئو ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي، ڪجھ عرصو اڳ پسني بندر ملاحن جو هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو هوندو هو، ليڪن ١٩٣١ع ۾ "خان آف قلات" مير محمودخان ٻئين جي وفات کان پوءِ جڏهن سندن جانشين مير احمديار خان کي پنهنجي طاقت ۽ اختيار جي خبر پئي ته هن هڪدم پرڏيهي ملڪن سان تجارتي لاڳاپن جي ابتدا ڪئي ۽ ان مقصد لاءِ ان دور ۾ "پسني جو بندرگاهه" ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو ۽ اهڙيءَ ريت بلوچستان جا پرڏيهه سان واپاري ناتا شروع ٿيا ۽ ڪاميابيءَ سان هلندا رهيا. ان دور ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي تاجرن، جن مان اڪثريت هندن جي هئي، تن تجارتي مال جي آمدني ۽ روانگي ايتري ته تيزيءَ سان شروع ڪري ڏني جو ڏسندي ڏسندي ملاحن جي هڪ ننڍڙي بستي ۽ هڪ گمنام ڳوٺڙو وچ ايشيا جي وڏي کان وڏي تجارتي منڊي ٺهجي ويو، جتي جاپان کان ريشمي، سوٽي ۽ اوني ڪپڙو، اٽليءَ مان ڪمبل، ڪيوبا مان کنڊ وغيره وڏي مقدار ۾ اچڻ لڳا، جڏهن ته هتان وري خشڪ مڇي ۽ ٻيو سامان ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليو ويندو هو. اهڙيءَ طرح قلات جي رياست

کر ننع لک روپيا ساليانو ڪمائي ڏيندي هئي، جيڪو رياست جي ڪمائيءَ جي ٻين درٻعس ڪان وڌيڪ هو، ان ڪانسواءِ ٻاهران ايندڙ مال جيڪو پسنيءَ جي بندرگاهه تي لنگر انداز ٿي لهندو هو ۽ ملڪ خاص طور بلوچستان جي مختلف علائقن جهڙوڪ مڪران، ساراوان، جهلاوان ۽ ڪڇيءَ جي علائقن ۾ ويندو هو. ان جي راهداريءَ ۽ ٽئڪس وصول ٿيڻ جي ڪري پڻ رياست کي بندرهن ويهه لک روپيا ساليانو آمدني پڻ ٿيڻ لڳي، تن ڏينهن ۾ پسنيءَ جي آبادي ڏهه هزار ماڻهن تي مشتمل هئي، جن مان اڪثريت "ميد" يعني ماهي گير بلوچ هئا.

سال جنوري ١٨٩٨ع جي شروعات ۾ مڪران جي بغاوت کي روڪڻ ۽ چيپاڻ لاءِ انگريزن جي فوج هڪ ڪرنل جي ڪمان هيٺ پسني بندرگاهه تي لٿي هئي، هيءَ فوج هڪ دخاني ٽالي بحري جهاز ۾ ڪراچيءَ کان رواني ٿي پسنيءَ پهتي هئي. پوءِ هتان ڪوچ ڪري ٣٠-جنوري ١٨٩٨ع تي "گوڪ پروش" واري هنڌ تي بلوچ مجاهدن سان وڃي وڙهي هئي، ان جنگ ۾ مير بلوچ خان نوشيرواني ۽ ٻيا ڪيترائي نامي گرامي بلوچ مجاهد شهيد ٿي ويا هئا. ١٩٤٢ع ۾ پسني جي بندرگاهه واري شهر ۾ هڪ خطرناڪ زلزلو آيو هو، جنهن پسني جي شهر جا بنياد ڪوڙي ڇڏيا هئا، جنهن ۾ تقريبن سڄو شهر زمين اندر دفن ٿي جڪو هو ۽ ڪئي هزار ماڻهو موت جو منهن ۾ هليا ويا هئا. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ جڏهن ون يونٽ ختم ٿيو ته پسني ۽ ٻرو بندرگاهه به ٻين بندرگاهن وانگر مرڪزي حڪومت جي حوالي ٿي ويو، جيڪو هن وقت به ڪنٽل حالت ۾ قائم آهي.

## ٤- اور ماڙا بندرگاهه

اورماڙا بندرگاهه پهرين رياست لسٻيلي ۾ شامل هوندو هو، پر اڄ ڪلهه اهم مڪران ڊويزن جو حصو آهي. ١٨٣٨ع تائين هن بندرگاهه تي "برٽش انڊيا اسٽيم نيويگيشن ڪمپنيءَ" جا جهاز هر پندرهين ڏينهن هتان کان تقريبن ٽن ميلن جي فاصلي تي اچي لنگر انداز ٿيندا هئا، اورماڙا جي بندرگاهه تي خاص ڪري سريلنڪا ۽ جاپان کان ايندڙ تجارتي سامان لهندو هو ۽ اندروني ملڪ ويندو هو. جڏهن ته هتان خشڪ مڇي ۽ ٻيو سامان ڏيساور موڪليو ويندو هو، هي بندرگاهه ايتري اهميت وارو نه هو، صرف تجارتي لحاظ کان ڪيس ٿوري گهڻي اهميت حاصل هئي، باقي فوجي لحاظ کان هن کي ايتري اهميت حاصل نه هئي، اڄ به اها ساڳي صورتحال آهي.

## ٥- ڪلمتي بندرگاهه

پسني بندرگاهه ۽ اورماڙا بندرگاهه جي وچ ۾ قائم هي بندرگاهه هڪ هور يعني

خليج جي ڇيڙي تي واقع آهي ۽ ماڪور جي ڏاڪڻين ٽڪرن جي ذريعي طوفاني هوائن کان محفوظ آهي. هن بندرگاهه تي وڏا وڏا جهاز لنگر انداز ٿي نٿا سگهن، ليڪن ننڍين لانچن ۽ مڇي مارڻ جي ٻيڙين لاءِ بلوچستان جي ساحل تي هي انتهائي محفوظ ترين نڪاتو آهي. ڪلمتي بندرگاهه کي ان ڪري به تاريخي حيثيت حاصل آهي جو ته دنيا کي فتح ڪرڻ جا خواب ڏسندڙ حڪمران سڪندراعظم هندستان کان واپس موٽندي هن بندرگاهه تي لنگر انداز ٿيو هو ۽ ان زماني ۾ هتي بلوچن جو هڪ بهادر قبيلو يعني هوت بلوچ آباد هئا، پر اڄ ڪلهه هُو پاڻ کي ڪلمتي بلوچ ڪوٺائين ٿا. ارڙهين صدي عيسويءَ تائين هي بندرگاهه پورچوگيز سامونڊي ڌاڙيلن جو اڏو بڻيل هو، پر "مير جيئند هوت" جي پٽ "مير حمل هوت" انهن ڌاڙيلن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ کين ڏاڍا چهايا ۽ آخرڪار ڪجهه عرصي کان پوءِ مير حمل هوت جي ڪشتيءَ (ٻيڙيءَ) کي هڪ ڀيري سمنڊ ۾ اڪيلو ڏسي انهن پورچوگيزن ان کي وڪوڙي ورتو ۽ کيس ڏويڊو لڙائي ۾ گرفتار ڪري موت جي ننڊ سمهاري ڇڏيو. پر اها هڪ حقيقت آهي ته جيستائين مير حمل هوت زنده هو، تيستائين فرنگي قذاق بلوچستان جي ساحلي پٽيءَ کي پنهنجي نو آبادي بڻائڻ ۾ ناڪام رهيا.

## ٦- جيواڻي بندرگاهه

جيواڻي بندرگاهه چوڏهين صديءَ عيسوي تائين جدگالن جي قبضي ۾ رهيو، ان جي ڏکڻ الهندي پاسي ايراني بلوچستان جو علائقو دشتياري آهي، جتي جدگال قبيلو آباد آهي، جيواڻي بندرگاهه گواتر جي ساڄي پاسي واقع آهي، ايران جي دشت ندي هتي اچي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي آهي. ان کان ويهه ميل (ٽيهه ڪلوميٽرن) جي مفاصلي کان پوءِ ايراني بلوچستان جي سرحد شروع ٿي وڃي ٿي. جيواڻي بندرگاهه حقيقت ۾ بلوچستان جي سيني بندرگاهن کان موزون هنڌ تي قائم آهي.

جيواڻي بندرگاهه وارو هنڌ سردار جيوڻ خان جدگال جو صدر مقام هو. ان ئي ناتي سان هن بندرگاهه جو نالو به جدگالن جي ان سردار جي نالي پٺيان "جيواڻي بندرگاهه" پئجي ويو.

# سنڌ جا آڳاٽا بندر گاهه

## ١- ڪراچي جو بندرگاهه

ڪراچي سنڌ جو هڪ مشغول ترين بندر ۽ تاريخي شهر آهي، جتي منڍ ۾ ته مهاڻن جون ننڍيون ننڍيون جهوپڙيون هيون، جيڪي مڇي ماري گذارو ڪندا هئا، انهن جي وڏي سائي ڪلاچي هئي، جنهن تان هن شهر تي نالو ڪراچي پيو. ان جي پرسان "کڙڪ بندر" نالي هڪ شهر هو، جيڪو واپار لاءِ مشهور هوندو هو. هڪ هندو سيٺ، ڀوڄومل اتي وڃي رهيو، هن پنهنجا گماشتا گوادر بيلي ۽ مسقط موڪليا. هوريان هوريان کڙڪ بندر ترقي ڪندو ويو ۽ اتان مال سنڌ جي اندروني بندرن، "شاهبندر ۽ لاهوري بندر" ۾ اچڻ لڳو. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي زماني ۾، ايراني نار ۽ عربي سمنڊ مان غوراب ۽ ڊنگيون هتان اچي لنگهنديون هيون ۽ منهوڙي جي پهاڙي وٽ اچي بيهنديون هيون، جتان سودو سامان خريد ڪيو ويندو هو. هتان حاجي به روانا ٿيڻ لڳا، اهڙيءَ طرح هي شهر وڌڻ لڳو. ميرن جي دور ۾، سامونڊي ڪاهن کان بچڻ لاءِ، منهوڙي ۾ پٿر جو ڪوٽ اڏائي اتي توبون رکي ڇڏيون ۽ بلوچن جي فوج جو، هڪ دستو به اتي مقرر ڪيو ويو.

ڪمپني حڪومت کان ڪرو ڪي سنڌ ۾، پنهنجو ايجنٽ ڪري موڪليو، تڏهن ڪراچي هڪ ننڍو شهر هو، ڪرو ڪراچيءَ جو عاشق بڻجي پيو ۽ هن هتي هڪ عمارت به تعمير ڪرائي هن پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ لکيو ته "ڪراچي سستو شهر آهي ۽ هتي پالتو جانور، گيهه ۽ گاهه جام ملي ٿو." ان کان پوءِ جڏهن پاٽنجر سنڌ ۾ آيو، تڏهن هن ڪراچيءَ کي هڪ واپاري شهر ڏٺو. هو لکي ٿو ته "ڪراچي، سنڌ جو مکيه سامونڊي بندرگاهه آهي جنهن جي ساليانه آمدني ٩٩ هزار روپيا آهي، هي شهر مستقل طور، سڌري رهيو آهي ۽ ان جو خاص سبب، هن بندر جي جاگرافيائي بيهڪ مان حاصل ٿيندڙ اهي فائدا آهن، جيڪي ان کي، هندستان ۽ ڪابل جي بادشاهه جي سيني علائقن سان گڏ گڏ ايران، خراسان، بلخ، بخارا جي عين وچ ۾ هئڻ ڪري حاصل ٿي رهيا آهن. سنڌ جو ٻاهرين ملڪن سان اڪثر واپار، ڪراچي جي ذريعي ٿئي ٿو. هتان جي روانگي مال ۾، اهي شيون اهن، جيڪي مقامي طور، پيدا ٿيندڙ آهن، تن ۾ قلمي شورو، لوڻ، چانور، ڪپهه، گيهه، تيل، تيلي ٻج، شارڪ مڇي جو تيل، چمڙي رڱڻ لاءِ ڇوڏا، ڪاٺ، ڪپڙو ۽ ڪلون شامل آهن، ۽ جيڪي شيون اتر وارن ملڪن ۽ بادشاهن کان، ٻاهرين ملڪن ڏانهن، روانيون ڪرڻ لاءِ، خاص طور واپاري هت آڻين ٿا تن ۾ زعفران، گهوڙا، صاف ڪيل.

چمڙو، ڪلون، مشڪ، ڦٽڪي، مختلف قسمن جون نشيدار دوائون، ڪشميري شالون، سڪل ميوو، هيرا، لعل، فيروزا ۽ ٻين قسمن جا قيمتي پٿر ۽ ڪئونر شامل آهن. هندستان کان درآمد ٿيندڙ شيون لوهہ، قلعي رڪ، شيهو، ٽامو، عاج، ڇانهہ جي پٽي، ڪنڊ، هر قسم جا مصالحا ڪاشيءَ جون سرون، باقتي جو ڪپڙو، داليون وغيره شامل آهن، جن مان وڏي تعداد ۾، مٿي شمار ڪيل شين جي عيوضي ۾ موڪليون وينديون آهن. خراسان مڪران، ايران ۽ عربستان ڪان سنڌي ماڻهو، پنهنجي گهريلو استعمال لاءِ ترارون، ريشم، غاليچا، ڪارڪون، گلاب جو پاڻي، تماڪ، قهوه ۽ حقا گهرائيندا آهن، جيڪي هن بندر تان ايندا هئا." رچرڊ برٽن لکي ٿو تہ "ڪراچي هڪ سنڌائتي هنڌ تي آهي. هتان جي آبهوا، ٻين شهرن جي مقابلي ۾، صحت بخش ۽ وڻندڙ آهي. سنڌس بندر جو ايران، عربستان ۽ اولهہ هندستان سان چڱو چوکو واپار هلي ٿو."

ڪراچي بندر جي اهميت ارڙهين صديءَ ۾، جيئن پوءِ تيئن وڌندي وئي. ١٨٣٨ع ۾، انڊين نيوي جي ڪمانڊر ڪارلس، ڪراچي جي واپار بابت رپورٽ ۾ لکيو تہ "ڪراچي جي سڄي واپار جو تخمينو ٢١،٤٦،٦٢٥ روپيا آهي." اهڙي تجارتي ۽ شاندار شهر کي هٿ ڪرڻ لاءِ انگريزن، سر ويلنٽ جي اڳواڻيءَ ۾، ڪراچي ۾ لهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ منهوڙي تي، برٽش جو جهنڊو چاڙهي ڪراچيءَ تي قبضو ڪيو. منهوڙي جي فتح کان ٻہ ڏينهن پوءِ، انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾، هڪ عهدنامو ٿيو، جنهن ۾ طئي ٿيو تہ "گورنر قلعي ۾ ڪراچي شهر جو مڪمل قبضو برٽش فوجن جي حوالي ڪندو."

انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، ڪراچي وڏي ترقي ڪئي. نيپيئر، رچرڊ برٽن کي، ڪراچي جي جائزي وٺڻ لاءِ موڪليو، ١٨٥٣ع ۾، فريئر جي ڪوشش سان ڪراچي بندر جي اصلاح ڪئي وئي ۽ منهوڙي تي لائيٽ هائوس ٺهرايو ويو، انگريزن ڪراچي بندر تي، ڪيترائي گهاٽ ۽ گوديون ٺهرايون، آمدني ۽ روانگي جي سامان جا ڏار ڏار گدام ٺهرايا. ان دور ۾ هن بندر تي اٺاويهہ ٻيڙا اهڙا ڪم ڪندا هئا، جن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٥٠ وڌ ۾ وڌ ١٥٠ ٽن کڻڻ جي گنجائش هئي. ١٨٥٣ع ۾، ڊيوڪ آف ارگيلي، اٺ سؤ ٽن وزني جهاز، پهريون دفعو ڪراچي بندر تي لنگر انداز ٿيو. ١٩٤٤ع ۾ هن بندر هر روز ٧٨،٠٠٠ ٽن مال لاٿو ۽ چاڙهيو ويندو هو، جنهن مان ١٠٧ ڪروڙ روپين جي آمدني ٿيندي هئي. ڪراچيءَ کي ملڪ جي اندرين حصن سان ڳنڍڻ لاءِ ١٠٨ ميل ريلوي لائين، ڪوٽڙي تائين ٺهرائي وئي، جنهن کي پوءِ ملتان تائين وڌايو. اهڙيءَ طرح ڪراچي بندر ايرندي حصي ۾ ڪٽڪ موڪلڻ جو اهم وسيلو بڻجي ويو. مال جي ڏي وٺ سبب،

برطانوي سرڪار هن بندر رستي ڪافي فائدو حاصل ڪيو. پهرئين مهاڀاري جنگ ۾، ڪراچي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو، هتان کان بصري، تائين پڻ رستي خوراڪ جو سامان ۽ ... سرڪار جا فوجي اهو سامان کڻ آڻيندا هئا. جنگ دوران، مال جي اچ وڃ مان، هتان جي واپارين کي گهڻو فائدو پهتو.

هن دور ۾ ڪراچي بندر جي رستي جيڪا واپار ترقي ڪئي، ان جو اندازو ڪراچي پورٽ ٽرسٽ، جي انگن اکرن ... لڳائي سگهجي ٿو، جيڪي هن ريت آهن. ١٣-١٩١٢ع ۾ جهازن ٢١٨٣٠٩٠ ٽن سامان ڍويو، جيڪو ڪراچي بندر جي لاءِ هڪ مثال آهي. ميچون ۽ ... جهازن کان سواءِ ڪراچي جي بندر ۾ ٣٧٤٢ جهاز داخل ٿيا، جن ١٢٥٩٠٤ ٽن سامان ڪنيو.

١٢-١٩١١ع ۾ ٣٧٠٦ جهاز بندر ۾ داخل ٿيا هئا ۽ انهن ٢٩٧٣٠٥ ٽن سامان ڪنيو هو، بندر ۾ ٩٩٠ آگبوٽ داخل ٿيا هئا. انهيءَ جي مقابلي ۾، اڳئين سال ٩١٣ جهاز داخل ٿيا هئا. آگبوٽن ڪل ٢٠٤٩٢١٩ ٽن سامان آندو هو. ان کان اڳئين سال ۾ آگبوٽن ١١٨٠٠٥٨١ ٽن سامان آندو هو. بندر ۾ پنج هزار ٽنن جا ١٦١ جهاز بندر تي آيا. ان کان ... (١٢-١٩١١ع) ۾ ١٣ اهڙا جهاز آيا هئا، شاهي بحري آرمار جا ٻي جهاز ۽ هندستاني ... سپاهين ڏنڻ جا ٻه جهاز بندر تي آيا ۽ ١٥٣١٦ ماڻهو لاٿا ۽ چاڙهيا ويا. مڪي مان ٿيهتر حاجي لٿا ۽ ٢٠١ حاجي روانا ٿيا.“ ان کان سواءِ ڪراچي ۾ ٻاهران آندل سامان به ڪافي وڪرو ٿيندو هو، ڪيترن ئي ملڪن کان مال آندو ويندو هو، چارٽ ۾ ان جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي. بهرحال ڪراچي، سنڌ جو هڪ عظيم بندرگاهه هو، جنهن ٿوري عرصي ۾ وڏي ترقي ڪئي ۽ هاڻي اهو دنيا جي بهترين بندرگاهن ۾ شمار ٿئي ٿو. سرچارلس نيپئر صحيح چيو هو ته ”اي ڪراچي، ڪڏهن مشرق تو تي ناز ڪندو، ۽ جڏهن تون پنهنجي عروج جي بلندين کي رسي چڪي هونديءَ، آءٌ شال ان وقت تو ... ڏسي سگهان.“

## ٢- لاڙي بندر عرف لهري بندر

لاڙي عرف لهري بندر، سنڌ جو هڪ قديم تاريخي بندرگاهه آهي، جنهن سنڌ جي تجارت، معيشت ۽ تاريخ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هي بندر، سومرن جي دور کان وٺي، ڪلهوڙن جي دور تائين، سنڌ جي تجارت ۾، وهائو تاري جي حيثيت رکي ٿو. هن بندر جي حوالي سان اسين هت مٿئين دور جو تجارتي جائزو به پيش ڪنداسون.

لهري بندر جو بنياد، ڏهين صدي عيسوي ۾ پيو، جڏهن سنڌ ۾ عربن جي

حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ ديبل بندر ڦٽي ويو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ "ڏهين صدي عيسوي ۾، جيئن سنڌ ۾ عربي حڪومت جو زور ٽٽو، تيئن سنڌن طاقت ۽ واپار جي مرڪز ديبل جي اهميت ۽ حفاظت بہ گھٽجڻ لڳي. ٻئي طرف مقامي حالتن جي تبديلي ۽ سنڌونديءَ جي ڇوڙ وارين شاخن ۾ ڦير گهير سبب، خود ندي جي هڪ شاخ تي، هڪ نئين بندر لاءِ، سهوليت پيدا ٿي، جنهن تي "لوهاراني بندر" نالو پيو. يارهين عيسوي صديءَ ۾، البيروني جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن، هن ديبل سان گڏ، لهري بندر جو بہ ذڪر ڪيو آهي. ١٣٣٤ع ۾، ابن بطوطه، سنڌ ۾، سنڌونديءِ ستي، هيٺ سمنڊ طرف ويو، هن اتي، ديبل بندر کي، ويران ڏٺو ۽ زمين تي پڳل بتن جا پٿر ڏٺا. هن ان وقت لهري کي خوبصورت ۽ مالدار ڏٺو. بهرحال، لهري بندر، عربن جي حڪومت جي زوال کان پوءِ ترقي ڪئي.

لهري بندر، موجوده ميرپور ساڪري جي حدن اندر، سمنڊ کي ويجهو، کاري مير واري پاڳي ۾ هو، جنهن جي ۾ سان الهندي طرف، سنڌو درياءَ جو قديم وهڪرو هو، تاريخ طاهري جو مصنف لکي ٿو تہ "سنڌو درياءَ ٺٽي شهر جي ڏکڻ کان وهي لاهري بندر جي پرسان سون مياڻي وٽ، سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. ٺٽي شهر ۽ لهري بندر جي وچ ۾، ٻن ڏينهن جي خشڪي ۽ دريائي مسافري، جيترو پنڌ آهي، لهري بندر کان وٺي سمنڊ تائين وري هڪ ڏينهن جي مسافري جيترو پنڌ آهي، انهيءَ وچ ۾ هڪ سوڙهي کاري آهي، جنهن جي ويڪر ڏهہ طناب آهي. سمنڊ ۾ بندر جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ "سون مياڻي" آهي. هنٽر صاحب، سنڌ گزيٽيئر ۾ لکي ٿو تہ "لهري بندر، سنڌو درياءَ جيءَ مشرقي شاخ تي، سمنڊ کان ويهہ ميل اندر طرف هڪ ڳوٺ هو." البيروني جي راءِ آهي تہ ديبل کي هڪ ساحلي بندر هو ۽ لهري بندر مهراڻ جي ايرنديءَ ڪناري تي، ديبل بندر کان ٻارهن فرسخ (٣٦ ميل) پري هو. مورخ سنڌ جناب مولائي شيدائي لکي ٿو تہ "لاهري بندر، ديبل کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي، سمنڊ کان ويهہ ميل، اندرئين پاسي، مهراڻ جي، الهندي واري شاخ تي هو. ساڳيو مصنف، تاريخ تمدن سنڌ ۾ لکي ٿو تہ "لاهري بندر، بگھاڙ جي ڇوڙ وٽ، سمنڊ کان، ٿورو مٿيرو ٺٽي کان چاليهن ميلن جي مفاصلي تي هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رايو آهي تہ "لوهاراني بندر" ان ننڍي منهن تي هو، جنهن کي موجوده تحقيق موجب بگھاڙ تسليم ڪيو ويو آهي. لهري بندر کيءَ مختلف مورخن ڌار ڌار نالا ڏنا آهن. سورهين صدي عيسوي ۾، جڏهن پورچوگيز هت آيا، تڏهن هنن لهري بندر کي لاهوري بندر، ديوٺل سنڌي ۽ ديوتشا سنڌي ڪري لکيو. سترهين صدي عيسوي ۾، انگريزن هن

کي ستر دبوئل خواهہ لاڙي بندر ڪري لکيو. پورچوگيزن ۽ انگريزن جي ديوئل مان ائين
جهجي ٿر تہ، هنن لهري کي، نئون ديبل لکيو، جيڪو اصل ۾ هڪ ڏار بندر هو.
مولائي شيدائي مرحوم جو خيال آهي تہ "هن تي لاهري نالو، لاهر قوم ڪري پيو، جيڪا
سنڌونديءَ جي ڊيلٽا تي، تجارت پيشہ قوم هئي." ڪن مورخن جو رايو آهي تہ "هن تي
لاهري بندر نالو ان ڪري پيو جو، هتان لاهور جو مال، سمنڊ رستي ٻاهر ويندو هو." پر
موجوده دور جي محقق جناب ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو تہ "هن بندر جو اصلي نالو
لاڙي بندر آهي، جنهن تي لاڙ واري خطي ۾ هئڻ ڪري اهو نالو پيو، اسان بہ سمجهون ٿا تہ
ٺيٺ سنڌي نالو لاڙي بندر آهي."

لاڙي بندر، سومرن جي دور ۾ سنڌ جو مشغول ترين بندر هو، سنڌ جو واپار سمنڊ
رستي هرمز، قيس، بحرين، عدن، گجرات، ملبار، ڪارو منڊل ۽ چين سان ملندو هو.
مٿين ملڪن جي دولت، سنڌ جي بندر لاهري ڏانهن ڇڪجي ايندي هئي. مٿيون واپار
عربي ۽ چيني جهازن جي معرفت هلندو هو، چين جا جهاز جنڪ سڏبا هئا. انهن واپارين
معرفت، سنڌ جو ڪپڙو هندستان جي بندرن تي نيڪال ٿيندو هو. ملبار کان ريشمي
ڪپڙو، خوشبودار [illegible] سرپي [illegible] جي وسيلي خراسان تائين پهچائيندا هئا.
[illegible]، گهوڙن جون زينون [illegible] مصالحا سنڌ مان ٻاهر ويندا هئا.
[illegible] قيس، بوزي بحرين ۽ عدن کان هر سال ڏهہ هزار گهوڙا سنڌ ۽ هند جي شهرن ۾
وڪري لاءِ ايندا هئا. سومرن حاڪمن نشيدار شين جي وڪري تي پابندي وڌي هئي. شهر
۾ محتسب مقرر هئا، جيڪي شين جا اگهہ سرڪاري طور مقرر ڪندا هئا، جيئن واپاري
رعايا سان ٺڳي ڪري نہ سگهن. شهر ۾ اٽ کان وٺي سڀني شين تائين جون قيمتون مقرر
هيون. خريدارن کي حڪم هو تہ، ضرورت آهر شيون خريد ڪن، ذخيره اندوزي جي سخت
منع هئي. وڏن شهرن ۾ سرڪاري دڪان کليل هئا، جتان ضروري شيون، مقرر اگهن تي،
عوام آساني سان خريد ڪري سگهندو هو. واپارين کي سرڪار، پئسا ڏيندي هئي، جيئن
هر قسم جون ديسي، خواهہ، ڌارين ملڪن جون شيون مهيا ڪري سگهن، شهرين کي،
شهر جي رئيس وٽان شيون خريد ڪرڻ لاءِ راشن ڪارڊ ملندا هئا.

سومرن کان پوءِ سمن جو دور اچي ٿو. هن دور ۾ سنڌ جي واپار وڏي ترقي ڪئي.
سمن فرمانروائن، ڌاڙيلن کي پڪڙي، کين سخت سزائون ڏنيون، ڪائنن ڦر ۽ چوري جو مال
هٿ ڪري، اصلي وارثن کي پهچايو، ان ڪري رستن ۾ امن امان هو. شين جي اگهن جي
جاچ ڪرڻ لاءِ هر هڪ شهر ۾، ناظر مقرر ڪيا ويا. هن دور ۾ سنڌ جي لهري بندر کي،

ايڏي اهميت هئي، جيڏي مصر جي بندر اسڪندريہ کي واپار جي ڪري هئي. ٺٽو ۽ لهري، سنڌ جا ٻہ مشهور شهر، واپار ۽ صنعت ڪري اٽلي جي شهر وينس، فلورينس ۽ جنيوا کان ٻہ وڌيڪ دولتمند هئا. سجان راءِ خلاصت التواريخ ۾ لکي ٿو تہ "هندستان جا سمورا جهاز، ايراني نار ڏانهن ويندي، سنڌ جي هن بندر گاهہ تي محصول ڀريندا هئا. هي سنڌ جو مکيہ بندر هو، هت اٽڪل چار سو جهاز ۽ ٻيڙيون آهن، هتان سمنڊ مان سچا موتي نڪرن ٿا، هت لوڻ بہ ٺهندو آهي ۽ لوهہ جون ڪاٺيون بہ آهن، هن دور ۾ لهريُ بندر تان، جيڪي شيون سنڌ جي شهرن ۾ وکامنديون هيون سي آهن، وولگا جي چمڙي جا گوڏن تائين ڊگها بوٽ، سائبيريا جا سمور، هرات جو شراب ۽ پنگ، قاهره ۽ شيراز جون تراريون، خراسان جو ڪيمخواب، يزد ۽ ڪرمان جون لنگيون، طبريز جو اطلس وغيره.

### ٣- ديبل بندر

عربن جي تجارت، وقت ديبل سنڌ جو مکيہ بندر ۽ واپار جو مرڪز هو. هي شهر سمنڊ جي ڪناري تي هو ۽ مهراڻ جي الهندي واري شاخ تي هو. عربستان جي واپار جي مکيہ مرڪزن يمن ۽ عمان سان، ديبل جو سڌو سنئون واسطو هو. ديبل کان ٿي سڀ جهاز، بصري کان بغداد ۽ يمن ويندا هئا. عرب واپاري، جيڪي سنڌ سان واپار ڪندا هئا، ديبل کان پوءِ، سنڌ جي اندرين شهرن سان وڃي واپار ڪندا هئا. هتي ڏيهي ۽ پرڏيهي واپارين جي سدائين پيهہ رهندي هئي. ديبل ۾ چين، انڊونيشيا، هندستان، سيلون ۽ سنڌ جو مال اچي گڏ ٿيندو هو. اصطخري لکي ٿو تہ "ديبل سنڌ جو وڏو بندر ۽ مکيہ مرڪز آهي، سمنڊ جي پرسان هن شهر جي زمين بٺ آهي ۽ صرف واپار جي لائق آهي." بشاري المقدسي لکي ٿو تہ "ديبل ساحلي شهر آهي. هن جي آسپاس اٽڪل هڪ سئو ڳوٺ آهن، هتي جا رهاڪو سڀ واپاري آهن، ديبل سنڌ جو بندرگاهہ آهي ۽ وڏي اپت وارو آهي. هتان جا رهاڪو سلڇڻا ۽ خوش پوشاڪ هئا." ابن حوقل لکي ٿو تہ "هي واپار جو تمام وڏو بندر آهي ۽ هتي مختلف قسمن جا واپار ٿيندا آهن، هي پرڳڻي جو خاص بندر آهي. هتي پوک گهٽ ٿيندي آهي، اهو هڪ خشڪ شهر آهي. صرف تجارتي اهميت اِن کي حاصل آهي." بهرحال ديبل ان زماني ۾ مشغول ترين واپاري مرڪز هو. نزهت الميثاق جو مصنف لکي ٿو تہ "ديبل وڏي ۾ وڏي اناج منڊي آهي، هتان جا واپاري مال گدامن ۾ پرائي ڇڏيندا هئا ۽ جڏهن ڪنهن بہ جنس جي کوٽ ٿيندي هئي، اهو چور بازاري رستي نيڪال ڪندا هئا."

## ٤- سکر جو ڇيڙي بندر

سکر ٻہ سنڌ جي اعليٰ پائي جو شهر هو، جيڪو اٽڪل ست سئو قبل مسيح، سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪپ تي آباد ٿيو ۽ قديم روايتن موجب پنهنجي مهذب ۽ متمدن باشندن ۽ باغات سبب مشهور ٿيو. قديم سکر، اڄ ڪلهہ پراڻي سکر جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ماضيءَ ۾ هت ڪُجين جا وڻ ۽ سرسبز کيت هئا. هي شهر باغن، گلن ۽ ميون جي ڪري مشهور هو. هت ڪمند جي پوک گهڻي ٿيندي هئي، ان ڪري شڪر (ڳاڙهي کنڊ) جي ڪري مشهور ٿيو. آسودگي، خوشحالي ۽ سرسبزي ڪري ٻہ هن جو نالو سکر ٿيو، جنهن جي معنيٰ آهي سٺو وڏي ساک وارو ۽ ڀاڳن ڀريو. مير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ "لاڙ ۾ ٺٽو ۽ سرو ۾ سکر ٻئي شهر، تمدني مراڪز ۽ نزهتگاهون آهن ۽ ماڻهن ۾ انسانيت جا گڻ ۽ قابليت موجود آهي."

معلن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ سکر تجارت ۽ صنعت جو مرڪز هو، جوزڪ سٽليٽنڪ لکي ٿو تہ "سکر ۾ گهڻو ڪري ڪورين ۽ رنگريزن جا ڪٽنب رهن ٿا، جي اتي جي آسپاس جي ماڻهن جو ڪم ڪن ٿا، انهن هنڌن تي بهترين قسم جو نير ۽ ڪامي ٿو." پورچوگيز سياحن مطابق سکر جي ٽڪرن کي ٻہ سنڌ جو چمن سڏي ٿو.

١٨٣٨ع ۾ ، انگريزن جي زماني ۾ هت ڇيڙي بندر جوڙيو ويو جتي انگريزن جي فوج کي راشن ملندو هو. ڇيڙي بہ هوريان هوريان ترقي ڪندو ويو، فوج کي مال پهچائڻ لاءِ پارسين، ميمڻن ۽ هندو بيڪيدارن جايون جوڙايون، اهڙي طرح نئون سکر تجارت سان گڏ فوجي ڪاروائين جو بہ مرڪز بڻجي ويو. ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، هنن سکر کي تجارتي مرڪز بڻائڻ لاءِ، سربارٽل فريئر جي زماني ۾، ڪراچي ۽ ڪوٽڙي جي وچ ۾ ريلوي لائين شروع ڪئي. انهيءَ زماني ۾ "انڊس فلوٽيلا ڪمپني" جا بار کڻندڙ جهاز ڪراچي، ڪوٽڙي، ملتان ۽ شيرشاهہ جي رستي سکر ايندا هئا. سکر ۾ بہ ڪمپنيءَ جو دفتر قائم ڪيو ويو، سکر جو موجوده ميونسپل هال، دريائي جهازن جي رهنمائي لاءِ اشاري گاهہ طور ڪم ايندو هو. جهازن جي اچ وڃ سبب سکر واپار جو مرڪز بڻجي ويو، ويتر ڪوٽڙي کان سکر تائين، دادو ۽ لاڙڪاڻي کان ريلوي لائين لڳائي وئي. ١٨٧٢ع ۾ بکر ۽ سکر جي وچ ۾ سنڌو درياءَ تي ريلوي پل جي اسڪيم تيار ڪئي وئي. ١٨٨٩ع ۾ لئنسڊائون پل بہ تيار ٿي ۽ ڪوئيٽا پشين ريلوي لائين بہ مڪمل ٿي، سکر ۽ قنڌار جي وچ ۾ تجارت جو سڌو رستو ٿي پيو. ١٩٣٢ع ۾ سکر بئراج جڙي راس ٿيو، جنهن سنڌ جي تجارت ۾ نئون روح ڦوڪيو.

اهڙي طرح سکر شهر بلوچستان، پنجاب ۽ قديم وقت ۾ افغانستان لاءِ اهم تجارتي مرڪز جي حيثيت سان مشهور هو، هي شهر درياءَ جي ڪري پاڻي، ريلوي جي ڪري خشڪي ۽ واپار جي قافلن جي صورت ۾ واپار جو اهم اڏو هو.

## ٥- اورنگا بندر

اورنگا بندر، شاهبندر جي پراڻن آثارن مان هڪ آهي، جيڪو مغل گورنر شهزادي اورنگزيب ١٦٤٦ع ۾ ڪڪرالي واري خطي ۾، سمنڊ جي ڪناري تي تعمير ڪرايو. اورنگزيب ان وقت لاڙ جو نواب هو (ڪاظم رضا جنگ ويڪلي ٦- آڪٽوبر ١٩٨٥ع ۾ لکيو آهي ته "سڪندراعظم بغير ڪنهن جنگ جدل جي سنڌ کي فتح ڪري اورنگا بندر تي لٿو" منهنجي نظر ۾ اهو سراسر غلط ۽ سنڌ جي تاريخ سان مذاق آهي ڇو ته ان وقت اورنگا بندر جو ڪو به وجود يا نالو نشان ڪو نه هو) ۽ هن حڪم ڪيو هو ته جهازران پنهنجا جهاز نئين بندرگاهه ڪان نين ۽ آڻين، ان وقت هي نهايت مشهور تجارتي بند رهو، جتي هر طرف کان جهاز اچي لنگر انداز ٿيندا هئا، هي واپار جو به اهم مرڪز هو، هتي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي فئڪٽري به هئي، جتي هزارين ٽن شورو صاف ٿيندو هو. اهو ڪارخانو ١٧٧٥ع ۾ بند تي ويو.

## ٦- شاهبندر

لاڙ جو هي قديم بندرگاهه ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ١٧٥٩ع ۾ نهرايو هو ۽ هڪ خاص منصوبه بندي هيٺ اورنگا بندر جا ماڻهو لڏائي اچي شاهبندر ۾ رهايائين ۽ هن بندرگاهه کي آباد ۽ سکيو ستابو ڪيائين، ان زماني ۾ شاهبندر ٻاهرين ملڪن - ڏيساور سان وڻج واپار ڪرڻ جو اهم ذريعو هو، جتان بصري بندر عباس، هرمز، مسقط ۽ بحرين وغيره ڏانهن ملڪي سامان روانو ڪيو ويندو هو ۽ شاهبندر تي ميان غلام شاهه جا پندرهن جهاز هر وقت بيٺل هوندا هئا. واپاري آمدرفت جو مرڪز بڻجڻ سبب تاجر ۽ واپاري هن بندرگاهه تي اچڻ وڃڻ لڳا هئا. هتي جا رهواسي خاص طور ڪڇي ۽ پاٽيا مسقط ۽ ٻين ملڪن سان واپار ڪندا هئا. ايسٽ انڊيا ڪمپني جڏهن ٢٢- اپريل ١٧٦١ع ۾ تجارتي پروانو حاصل ڪيو، تڏهن هنن شاهبندر کي پنهنجو واپاري مرڪز بنايو هو، ۽ پريتمداس روپچند نالي واپاريءَ کي قلمي شورو پهچائڻ جو ٺيڪو ڏنو هو، ڪمپني شاهبندر تي شوري کي صاف ڪرڻ ۽ ڪاڙهي قلمي صورت ۾ آڻڻ لاءِ وڏي پيماني تي ڪم شروع ڪيو، ١١- ڊسمبر ١٨٥٧ع ۾ ڪمپنيءَ هت شوري صاف ڪرڻ جو ڪارخانو کوليو، جنهن ۾ ساليانو ڏهه هزار ٽن شورو صاف ٿيڻ لڳو. هي بندر ١٨١٩ع

۾ زمين جي ڏيڻ ۽ سنڌونديءَ جي رخ مٽائڻ سبب تباهه ٿي ويو.

## ٩- ڪيٽي بندر

شاهبندر جي ڦٽڻ کان پوءِ هن بندر زور ورتو، هن بندر تي بمبئي، مدراس، ايراني نار، سون مياڻي ۽ مڪران کان مال ايندو هو. انگريزن جي حڪومت جي شروعاتي دور ۾ هن بندر وڏي ترقي ڪئي.

## ٨- سنڌي بندر

جاتي شهر کان ڏکڻ اولهه طرف ڇهن ميلن جي مفاصلي تي ندي هئي، ١٨٩٧ع ۾ هي هڪ مشهور بندر هو. هن بندر تي هر وقت ٻيڙيون موجود هونديون هيون، هن بندر تان سنڌ جو واپار ... تو ٿيندو هو. لکپت ڏانهن سمنڊ رستي، سنڌي بندر تان چانورن جي روانگي ٿيندي هئي.

## ٩- وڪر بندر

سنڌو درياءَ جي ڊيلٽا وٽ، سمنڊ کان ويهه ميل پري، وڪر بندر هو. ١٨٣٧ع ۾ ڪمانڊر ڪالس، درياءَ جي ڊيلٽا جي ماپ ڪرڻ وقت هن بندر کي اهم بندر ڏٺو. وڪر جي قلعي وٽ، جهاز اچي بيهندا هئا. هڪڙو جهاز ٧٠-٢٨ فوٽ هوندو هو، جنهن تي ڇوڏهن بندوقون رکيل هونديون هيون، هي ٻه سئو ٽن بار کڻي سگهندو هو. هي جهاز لڙائي ۾ ... هو. هن جهاز کي، سنڌي ماڻهو ارمات چوندا هئا.

ٽالپرن ... دور ۾، هن بندر کي وڏي اهميت حاصل هئي. ١٨٣٦ع ۾، ٽالپر حاڪمن کي ... هن بندر تان هڪ لک روپين کان ٻه وڌيڪ محصول حاصل ٿيو. هن بندر تان مانڊوي انجار، جهونا ڳڙهه، بمبئي، پور بندر ۽ ملبار کان سواءِ سون مياڻي، گوادر ۽ مسقط سان واپار هلندو هو، جنهن ۾ چانور گيهه ۽ ٻيو مال هوندو هو. هي بندر انگريزن جي حڪومت واري دور ۾ حجامڙي شاخ جي سڪي وڃڻ ڪري بند ٿي ويو.

# منصور قادر جوڻيجو (متحرڪ ۽ سچاڻ ليکڪ)



منصور قادر جوڻيجو نہ رڳو سنڌ جو هڪ سجاڳ متحرڪ ۽ سچاڻ ليکڪ آهي پر رشتي ۾ اسان ويجها مائٽ بہ آهيون. هو جڏهن سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهندو هو تڏهن بہ اينترو ئي سچو، اڏول ۽ قومي ورڪر جي حيثيت سان جستجو ۽ جاکوڙ ڪندو رهندو هو جيترو اڄ آهي. جيتوڻيڪ ان دور ۾ مان ڊي ايس ايف ۾ هئس ۽ منصور قادر خلاف سوين بهتان، الزام ۽ طرحين طرحين جون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ ايندڀون هيون پر ان دور ۾ هو قومپرستن جي مورچي تي بيٺل واحد سپاهي هيو جيڪو دليل جي زبان سان لڪير جي فقير بنيل ڪامريڊن کي ڪتا جواب ڏيندو هو. لٺ، ڏڪي ۽ بندوق کان ڪوهين ڏور هوندو هو. ڪامريڊ جيڪي اڄ سوچي ۽ ڪري رهيا آهن منصور قادر جوڻيجو 20 سال اڳ اهڙي طرح سوچيندو ۽ ڪندو هو. پر افسوس جو سچ ۽ سچائي جو قدر ٿيندو ئي ناهي.

جيئي سنڌ جهڙي قومي تحريڪ ۾ هي واحد ماڻهو هو جنهن سنڌ يونيورسٽي جي بلاڪ هاسٽل کان وٺي پنهنجي ڳوٺ گهاڙي تعلقہ ميهڙ ۾ سنڌي قوم جي هيرن جي نالي لائبريريون قائم ڪيون ۽ سڄي سنڌ مان پٽ سٽ ڪري ڪتاب گڏ ڪري لائبريريون آباد ڪيون. جيتوڻيڪ سنڌ جي پهرين عورت ليکڪا بادام ناتوان بہ اسان جي ڳوٺ جي هئي. ان کانسواءِ سنڌ جو مشهور ڪامريڊ مير ٿيبو ۽ نسيم ٿيبو جهڙي سچاڻ ڪهاڻيڪار بہ اسان جي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا پر هوش محمد شيدي جي نالي لائبريري قادر جوڻيجو قائم ڪئي.

منصور قادر جوڻيجو وڏي دل گڙدي وارو ماڻهو آهي. مون اهڙا ڪيئي ماڻهو ڏٺا آهن جيڪي پرپٺ هن جي گلا غيب ۾ سياسي گاريون بہ ڏيندا آهن پر جڏهن قادر ۾ ڪم پوندو اٿن تہ اچي سندس پيش پوندا آهن ۽ هو خبر وار هوندي بہ سچائي، نيڪ نيتي ۽ جذبي سان انهن جا مسئلا حل ڪندو آهي. اهڙي خوبي نهايت گهٽ ماڻهن ۾ هوندي آهي.

**پاويل جوڻيجو**

ڳوٺ گهاڙي ـ تعلقہ ميهڙ.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياکِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)